# طوفاني ڪلبون

گوراه ڪان هيلنائين ست ڪوهه، ٻئي اڪيلائي اڪيلا هڪ رستي تان هلندا رهيا هئا...

عبدل ڇوڪريءَ کان سوال ڪيو، ”او رستي تان ويندڙ ڇوڪري! تون ڪيڏانهن وڃي رهي آهين؟“

ڇوڪريءَ کان ڇرڪ نڪري ويو. هوءَ ٽڪرو ٽڪرو هلڻ لڳي...

عبدل ڳائڻ لڳو... ڳاڙهو گلاب جو گل رستي وانگر جلدي جلدي ٻيڙي تان وڃي رهيو آهي...

ڇوڪري بيهي رهي. هن تيز نگاهن سان عبدل طرف نهاريو. ڪجهه دير ڏانهن نهاريندي رهي ۽ پوءِ پنهنجيون ڪجيل پلڪون جهڪائي ڇڏيائين، ائين جڻ ڪنهن نرمل چشمي مٿان بادلن جي ڇايا ڇانئجي وڃي.

جڏهن سرسوتيءَ پنهنجي مٿي تي دلو رکيو، تڏهن ڪمان ۽ ڏنش جو تفاوت صاف ظاهر ٿي پيو! هنجي جسم جو انگ، پريل هو. عورتپڻي جا سڀئي آثار ايترا ته نمايان هئا جو عبدل جا هٿ ڏڪي اٿيا ۽ دلي مان ٽورو پاڻي ڇلڪي سرسوتيءَ ۽ عبدل جي ڇهري تي پيو ۽ هو هليو ويو.

تون ڪٿي آهين؟ اڄين ڇو نٿو؟ ڏس ڏاهو ٿيءُ، جڏهن تون ايندين ته مان توکي ڪجهه به نه چوندس!

مان پنهنجو پاڻ تنهنجي قدمن ۾ ارپي ڇڏيندس. مان تنهنجي لاءِ ندي بڻجي پونديس، شانت، گهري، هوريان هوريان وهڻ واري! مان تنهنجي لاءِ هوا جو جهونڪو بڻجي پونديس، خوشبوءِ سان ڀريل... ڪومل... ۽ جڏهن شام ايندي، رات ڪهري ٿيندي، مان پنهنجا وار ڇوڙي تنهنجي آغوش کي ڪستوريءَ جي خوشبوءِ سان ڀري ڇڏيندس، انوقت سڄي وايو منڊل ۾ خوشبوءِ، ڪوملتا ۽ سندرتا کانسواءِ ٻيو ڪجهه به نه هوندو.

۽ هيبت خاموش فضا ۾ ڪير ڳائي رهيو هو...

ٻريميءَ کي ونڻ لاءِ ريل گاڏي اچي ويئي آهي... او بابو، مٿان ڪيس ٽڪيٽ ڏين... اڄ اسانجي جدائيءَ جي رات آهي.

هنجي ڀيرن وٽ هڪ نوجوان ڇوڪري ويٺي هئي. هوءَ وچولي قد واري نهايت ئي سندر جوانڙي هئي، چهرو اينترو نه ننڍڙو ۽ خوبصورت هو جو هڪ ئي مٺيءَ ۾ سمائجي وڃي.

هن جڏهن ان جوانڙيءَ جو هٿ پنهنجي هٿ ۾ ڪيو، تڏهن اهو هٿ برف جيان ٿڌو هو... تڏهن هن جي سڄي جسم تي ڄڻ ماڪوڙيون ڊوڙڻ لڳيون.

هن ان جوانڙيءَ جي لاش کي ڇڪي پنهنجيءَ ڇاتيءَ سان لاتو— هنجي آلين پلڪين کي چميو ۽ هنجي سنهڙن چپن تي بي پناه مٺيون ڏنيون.

سنڌيڪار:- ڀڳوان ميواڻي

ساڌا ٽي رپيا.

# ڪليائڻي

ليکڪ:- جئنندر سنڌيڪار:- لڇمڻ ساٿي

هڪ اهڙيءَ سنڌي عورت جي ڪهاڻي، جنهن ڪڏهن به سک جو ساهه نه کنيو. جا پنهنجي سنڌ کان ننڍپڻ کان ئي جدا ڪئي ويئي... جنهن ولائت ۾ تعليم حاصل ڪئي ۽ ڊاڪٽر بڻي... ڊاڪٽري هلائيندي، هوءَ خود پاڻ کان نفرت ڪرڻ لڳي. چوڻ لڳي، ”هي ڇا آهي؟ انسان جي چيرڦاڙ؟“ هن ڊاڪٽري ڇڏي ڏني... هنجي دل ۾ ڪوملتا وارا ڀاوَ هئا، هنجي دل ۾ انسان لاءِ پريم هو، هوءَ پريم جي بکي هئي...

هوءَ شاعره بڻجي ويئي...

ڪويتائون لکندي به ڪيس انهن مان ڪو رس نه آيو. ڪو به سک نه مليو... هوءَ پنهنجو پاڻ کي ننڌڻڪي محسوس ڪرڻ لڳي. پنهنجي ديس وارا ڪيس پنهنجو نه ٿا سمجهن، ولائت وارا ڪيس پرائو ٿا سمجهن! ۽ هيءَ جيون ڪيس پسند نه هو! هن جيون ۾ ڪيس سڀڪجهه بي رنگ ڦڪو لڳو. هن چاهيو ته هوءَ ٻيو جنم وٺي، ڪنهن ٻيءَ وڻندڙ دنيا ۾ يا بلڪل اڳي جيان ننڍڙي، بيپرواهه ۽ ٽهڪڙي هجي ۽ پنهنجي وطن جي گهٽين ۾ پنهنجين ساهيڙين ۽ ساهيڙن سان رانديون ڪري، ساڻن وڙهي ۽ پوءِ روئندي اچي ماءُ کي دانهن ڏئي.

١٧٠ صفحا - ڪارڊ ڪور - رنگين رئپر -

**قيمت ٻه روپيه**

# ٽئگور ساھتيہ

گرديو رابندرناٿ ٽئگور جا ٽي امر شاھڪار... جي ھندستان جي سڀني ٻولين ۽ پرڏيھن ۾ ترجمو ٿي ڪماليت حاصل ڪري چڪا آھن.

**سرينا:-** ٻن استرين جي دلين جو انوکو چٽر... ھنن جي ھڪ ئي پرش سان پريم، حسد ۽ غلطفھميءَ جي دلچسپ ڪھاڻي... ھڪ وڌوا جوانڙيءَ جي دل اندر اٿندڙ امنگن ۽ اڌمن جي انوکي ڪھاڻي... بنگالي گھرو جيوت جو دلڪش منظر... گرديو جي رسيلي ٻوليءَ ۾... ٣٢٤ صفحا - پڪو جلد - **ساڍا ٽي روپيہ.**

**ملن:-** ھڪ ٻڏل ٻيڙيءَ جي ڪھاڻي... ھڪ استري ۽ ھڪ مرد جي ڪھاڻي... جي ان ٻيڙيءَ ۾ سوار ھئا ۽ ٻيڙيءَ جي ٻڏڻ تي غلطيءَ وچان ھڪ ٻئي کي پنھنجو پتي ۽ پتني سمجھي ويٺا... ان اڻ ٻوجھ ڇوڪريءَ جي ڪھاڻي، جا اھو ٻڌي تہ ھيءُ جوان ھنجو سچو پتي نہ آھي پر ھنجو پتي ان طوفان ۾ ٻڏي ويو آھي، ڏاڍو رني... پر تنھن ھوندي بہ ھنسان نفرت نہ ڪيائين، بلڪ ھنکي ديوتا سمجھي ھنجي شيوا ڪيائين. ١٢٠ صفحا - ڪارڊ ڪور - رنگين سھڻو ريپر - **سوا روپيہ.**

**نيما:-** ھڪ اھڙيءَ معصوم ۽ بيپرواہ ڳوناڻيءَ ڇوڪريءَ جي دلفريب ڪھاڻي، جا شاديءَ بعد بہ مڙس کي پيار نہ ڪري، راند روند جي ساٿيءَ راڪال سان پيار ڪرڻ جي ڳالھ مڃيندي ذرو بہ نٿي ھٻڪي! پر پوءِ جڏھن پيار جي حقيقي معنيٰ سمجھي ٿي، تڏھن روئي پڇتاءُ ڪريٿي. ١٢٠ صفحا - بہ رنگو آرٽ ريپر - **سوا روپيہ.**

# اُڏري وڇ ڪونج

هوءَ ٻيڻ ٿي هلندي، اڪندي ڇهندي ڪڏوان وٽ آئي. اهه سهيلن ڇاڇين مان پنهنجي محبوب کي ڳولهڻ لڳي.

هوءَ ٽڪٽڪي لڳائي چائنٺ وٽ بيٺي رهي. اوسيتائين، جيستائين هن جو محبوب نظرن کان اوجهل نه ٿيو هوس ۽ جڏهن هو نظرن کان دور ٿي ويو، تڏهن روئي ويٺي، پوءِ به روئندي رهي.

آخر ڳوڙها سڪي ويا. اکين ۾ آنسو نه بچيا. هن روئڻ چاهيو، پر روئي نه سگهي. گهڻو عرصو ٿي ويو. محبوب نه آيو. هوءَ اتلاءِ وات واجهائڻ لڳي. هن جي راهن تي پنهنجيون نظرون وڇائي ڇڏيائين، پر هو نه آيو.

هوءَ ڪانوَن ۽ ڪونجن هٿ ڪيس نياپا موڪلڻ لڳي...

وڃ اُڏري تون ڪونج، نيئي نياپا نينهن جا
پسين پرينءَ کي، ته نماڻي، ڪج نياز
ڇڏجانس...
کي گهڙيون گذاريونسين پاڻ،
اڄ وڇڙي ٻه ڏه ورهيه ٿيا

# شرت ساهتيه

**شريڪانت** - شرت بابوءَ جو بهترين ناول - سڀ ڀاڱا
ٻئي ڪيل - ۴۴۰ صفحن ۾ - پڪو جلد - ساڍا چار رپيا۔

**چرترهين** - اهو ناول جنهن سماج ۾ طوفان مچائي ڇڏيو
هو! سڄو مڪمل - ۷۰۰ کان مٿي صفحا - سوا ست رپيا۔

**راهگير** - ديش ڀڳت انقلابين جي برما ۾ آزاديءَ لاءِ
ڪوشش جي امنگ، اڀاريندڙ ڪهاڻي - ٽي رپيا۔

**سويتا** - جدا جدا ڪردارن ۽ طرح طرح واقعن تي ٻڌل
شرت بابو جو سماجڪ ناول - ۳۲۰ صفحا - ساڍا ٽي رپيا۔

**جوالا** - جنهن ٽن دوستن جي جيوت ۾ طوفان آندو۔
۳۲۰ صفحا - دلڪش رنگين رئپر - ٽي رپيا۔

**ديوداس** - جنهن لاءِ هر پڙهندڙ هڪ ٻه ڳوڙها ضرور
وهايا هوندا! ۱۸۰ صفحا - رئپر تي آرٽ چٽر - پوڻا ٻه رپيا۔

**وجيا** - اهو ناول جو ٻار ٻار پڙهندي ٻه نئون مزو پيو
ايندو۔ ۲۷۵ صفحا - پڪو جلد - سهڻو رئپر - پوڻا ٻه رپيا۔

**چندرناٿ** - دکياري نئين نوڙيءَ جي اڪٿ دکن جي
درد ڀري ڪهاڻي - ۱۴۰ صفحا - سوا رپيو۔

**وڏي ڏاڏي** - ديا جي ديويءَ جي هر دکي انسان لاءِ
همدرديءَ جي ڪهاڻي - ۱۱۰ صفحا - سوا رپيو۔

**ننڍو ڀاءُ** - سماجڪ ناول ۸۸ صفحا - ٻارهن آنا۔

**ننڍي ماءُ** - سماجڪ ناول - ۱۰۰ صفحا - هڪ رپيو۔

**وڏو ڀاءُ** - وڏي ڀاءُ جي ننڍي ماٽيلي ڀاءُ سان محبت جي انوکي
ڪهاڻي - گهرو جيوت جو نرالو چٽر - ۱۲۰ صفحا - سوا رپيو۔

**وچين دادي** - ٻه استريون، انساني سماج جا ٻه روپ. هڪ پيار جو ٻيو هڪ نفرت جو! ٥٦ صفحا - ڏهه آنا.

**ڪاشيناٿ** - پيار ۾ غلطفهميءَ تي شرت بابوءَ جو شاهڪار ۽ بيحد ڪامياب ناولٽ. ٦٤ صفحا - آرٽ ڪور - ڏهه آنا.

**انوپما** - پريم پسند شاديءَ تي هڪ انوکي پريم ڪهاڻي ۽ هڪ ننڍي ڪهاڻي "هر پڳرڻ" ٦٠ صفحا - ڏهه آنا.

**پرڪاش ۽ ڇايا** - عمدين تشبيهن ۽ ساهتيڪ فن سان ڀريل ڪهاڻي ۽ هڪ ننڍي ڪهاڻي "ايمان" ٦٠ صفحا - ڏه آنا.

**آتما** - ٻن دلين ۾ لهندڙ چڙهندڙ امنگن جي لهرن جو ناولٽ ۽ هڪ عمدي ڪهاڻي - ١٠٠ صفحا - هڪ رپيو.

**چنگاري** - ٻال وڌوا جي دکن ڀري زندگي ۽ دل ۾ اٿندڙ انيڪ اڌمن جي بهترين ڪهاڻي - ١٠٠ صفحا - هڪ رپيو.

**ننڍي ڪنوار** - بنگالي گهرو جيوت جو حقيقي ۽ نهايت دلچسپ چٽر - بلڪل ڪلا ٿيندڙ - ١٠٠ صفحا - هڪ رپيو.

**ستي** - هڪ عجيب سڀاءُ واري استريءَ جي غلط شڪن شبهن جي ڪهاڻي - ٣ ٻيون ٻه ڪهاڻيون - ٥٢ صفحا - ڏه آنا.

**پريش** - گهرو جيوت تي هڪ دردڀري ڪهاڻي - پڻ ٻيا ٻه ڪهاڻي "مقدمي جو نتيجو" - ٥٢ صفحا - ڏه آنا.

**تصوير** - قديم برما جي هڪ شهزاديءَ جي انوکي پريم ڪهاڻي - ٢ ٻيون ٻه ڪهاڻيون - ٥٨ صفحا - ڏه آنا.

**نرتڪي** - هڪ ساده دل شخص جي نرتڪيءَ سان پريم جي ڪهاڻي ۽ "ملاشي" ڪهاڻي - ٥٦ صفحا - ڏه آنا.

**اندو مڻي** - استرين جي آزاديءَ جي وشيه تي ننڍو ناولٽ - ٦٤ صفحا - آرٽ ڪور - ڏه آنا.

# پرڀات ساهتيه مالا جو ساهتيه

## نئين گرهستي — شرت چندر — ۱-۴-۰

نئين گرهستي نئين زماني جي نئين ڪهاڻي آهي ۽ نئين گهر ٺاهڻ ۽ اُنکي سجائڻ جي چڻ هڪ من موهيندڙ ڪويتا آهي.

## ڪويتا — شرت چندر — ۰-۱۲-۰

مالي حالتن جي ڪري جوان ڪويتا هڪ ٻڍي سان شادي ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويئي ليڪن... پيار جي مظاهري ڪانسواءِ پيار جو انوکو چٽر...

## اجا رات باقي آهي — موهن ڪلپنا — ۱-۸-۰

۱۵ آگسٽ ۱۹۵۵ تي هڪ ٻاسي ڪان ستيا گرهي نعرن جي گونج مچائيندا گوئا ۾ گهڙيا ۽ ٻئي پاسي ڪان بندوقون چلائڻ لڳيون.. فٽ - فٽ - فٽ. هڪ ڪريو ٻيو ڪريو، ٽيون ڪريو. بندوقون چلائيندي رهيون ۽ اڳيان وڌندڙ ڪرندا رهيا... ائين " اجا رات باقي آهي " جي سچي ڪهاڻي وجود ۾ اچي ويئي.

## پياس — ۱-۰-۰

زندگيءَ جي سڀ کان اهم پياس جي تصوير... سا ۾ هڪ استري توهان اڳيان پيش ڪري ٿي جيڪا هڪ ٻڪي کي گود ۾ کڻائڻ جي آس ۾ پنهنجي پياس کنهن عجيب جنبش ۾ اچي ٻجهائي ٿي. اها پياس پاپ ٿي ويئي؟ پنهنجي مڙس هوندي اها پياس پاپ ڪيئن ٿي؟؟

پاڻ پڙهي جواب حاصل ڪريو.

# راڻي

ٻماهي ناولن جو رسالو

سال — ٣

جون - جولاءِ ١٩٥٢

سمپادڪ:-

**لڇمڻ ساڌي**

ساليانو چندو ٧-٠-٠

ولايت رجسٽر ٩-٠-٠

ائڊريس:-

**راڻي ڪتاب گهر**

٥٤٥ ڪاوراڻ بلڊنگ،

ڊوبي تلاءُ، بمبئي ٢.


راڻي پبليڪيشن طرفان ٻه رسالا نڪرندا آهن.

## راڻي — پارٽي ناول مالها

هر هڪ جو ساليانو چندو ٧-٠-٠ سڄي سال ۾ ڪل ١٠-٨-٠ رپين جا ناول ڏنا ويندا. سال جي شروع ۾ هڪ پيٽ پستڪ ۽ هر ٻي مهني هڪ مڪمل ناول. گراهڪن کي اڳ، نڪتل ڪتابن مان وڌ ۾ وڌ ٽي ڪتاب ملي سگهندا.

راڻيءَ جو سال جنوريءَ ۽ پارٽيءَ جو جولاءِ کان شروع آهي. ڪتاب نهايت خبرداريءَ سان سرٽيفڪيٽ آف پوسٽنگ هيٺ موڪلجن ٿا. رجسٽر لاءِ ٢-٤-٠ وڌيڪ موڪلڻا گهرجي.

ليکپڙه لاءِ جوابي ڪارڊ موڪلڻ نهايت ضروري آهي.

ساليانو چندو مني آرڊر ڪرڻ گهرجي. وي- پيءَ جي حالت ۾ اٺ آنا وڌيڪ لڳندا. ولايت جا گراهڪ برٽش پوسٽل آرڊر ذريعي موڪلي سگهن ٿا.

راڻيءَ جا چالو سال ۾ نڪتل ناول

**ملن-** پيٽ پستڪ سوا رپيه

**سريتا-** ساڍا ٽي رپيه

رام، ٻر ٻن ٻن سالن بعد، پنهنجي جنم ڀوميءَ جي ننڍيءَ سٽيشن جي پليٽفارم تي قدم رکيو ته حيرت ۽ خوشيءَ جي مليل جهليل احساس وچان ڪانئس بي اختيار نڪري ويو، ”توهان!... توهان پاڻ سٽيشن تي اچڻ جي...“

هن اُماڪ رام کي ڀاڪر ۾ ڪنئي ورتو ۽ رام پنهنجو جملو پورو ڪري نه سگهيو.

هن رام کي ڀاڪر ۾ ئي گاڏيءَ کان پرڀرو ڇڪي ويندي چيو، ”ڪهڙي گناهه جي سزا طور تو مونکي توهان ڪري سڏيو؟“

رام چيو، ”ڀائوءَ لکيو هو ته هاڻ سيدات جي گادي توهان...“

”وري توهان! سيدات جي گادي نشين ٿيڻ سان ڇا مان عمر ۾ توکان وڏي ويس؟“

”عمر ۾ نه سهين، مرتبي ۾ بي شڪ...“

شاهه ڪجهه چوي تنهن کان اڳ شاهه جي خاص خيليءَ ٻنهي دوستن

جي ويجهو اچي چيو، ”شاهه سائين سامان لهي ويو...“

رام شاهه جي ڀاڪر مان نڪري چيو، ”عثمان تون! منهنجو ته تو ڏانهن ڌيان ئي نه ويو...“

شاهه کلي چيو، ”وڏي ماڻهوءَ ٿيڻ جا اهي اهڃاڻ آهن.“

رام چيو، ”وڏي ماڻهو بڻجڻ جو سوال ناهي، توهان کي سٽيشن تي آيو ڏسي منهنجي حيرت جي حد نه رهي...“

شاهه چيو، ”ايڏي سمجهاڻي ڏيڻ جي ضرورت ڪانهي. تون سامان سنڀال. گارڊ وسل هڻڻي آهي.“

رام ان وچ ۾ سامان جي ويجهو وڏي ويو هو. سامان جا نگ ڳڻيندي چيائين، ”هڪ، ٻه، ٽي، چار، پنج... سڀ آهن. عثمان سفر لاءِ ڪمبل نڪر جي گهگهي لاهڻ به نه ڀليو آهي.“

شاهه کلي چيو ”انصاف تنهنجا به نه وساريا. گهگهي ٻه سال اڳ زور ڪري مون توکي ٻڌائي هئي. ان کي سانڍي سلامت کڻي آيو آهين...“

عثمان ادب سان چيو ”قبلا، سامان علوءَ جي ٻگيءَ ۾ رکايان يا ٽيڪوءَ جي ۾؟ ٻنهي مان ڪنهن کي به سواري ملي نٿي ڏسجي...“

شاهه چيو، ”علوءَ جي ٽانگي ۾ رکاءِ. ڇڏيندس ته گهوڙي کي گهنگهرو ٻڌي...“

گاڏي آخري وسل هڻندي ڇٽي. آهستي آهستي گاڏي پليٽ فارم ڇڏڻ لڳي. شروعات ۾ انهن تي پاسيو

تہ ٻئي دوست بہ گويا گاڏيءَ سان قدم ملائيندا ڳيت ڏانهن ٿي وڌيا پر ٽيو ائين جو گاڏي پليٽ فارم ڇڏي ۽ هيءُ اچا ڳيٽ کان پري هئا!

رام چيو، "اڄ صبح جو ٿي ايتري گرمي ٿي آهي يا روز هوندي آهي ؟"

شاهہ کلي چيو، "تون واقعي وڏو ماڻهو ٿي ويو آهين."

رام اڻ سمجهائيءَ وچان چيو، "مون اوهانجو مطلب نہ سمجهيو."

"ٻن سالن جي اندر اندر وطن جي آبهوا بہ وسري ويئي اٿيئي. هيءُ جولاءِ جو مهينو آهي ۽ هت چوويهہ ئي ڪلاڪ گرميءَ جو راڄ رهندو آهي."

شاهہ ڪيس ڪو طعنو نہ هنيو هو، اها رام کي ٻڌويءَ جاڻ هئي؛ پوءِ بہ هن جي دماغ تي هٿوڙو لڳو، "ٻن سالن جي اندر اندر..."

شاهہ هنکي زياده ويچار ڪرڻ جو موقعو نہ ڏنو. ريلوي وينڊر جي سٽال وٽ پهچي پڇيائين، "ٿاڌل پيئندين يا آرينج ؟"

"نہ ٿاڌل، نہ آرينج."

"يعني ؟"

"مونکي پيگ جو گلاس کپي." رام جي چپن تي مرڪ ڊوڙي آئي.

شاهہ وينڊر کي چيو، "ڪرمون، ٻہ ٿاڌل جا گلاس."

پوءِ رام ڏانهن نهاري مرڪي چيائين، "پيگ تہ اوطاق

تي پيئبي ئي. اول تون ڪرمونءَ جي ٿاڌل جو ذائقو وٺي ڏس، ڪرمونءَ جي ٿاڌل ۾ پنهنجي نالي سان آهي. ڪٽڻ ڪرمون..."

ڪرمونءَ ٿاڦيءَ سان برف ڪٽيندي چيو، "سائين پاڻ قدردان آهيو..."

رام پڇيو، "ڪرمون، مونکي سڃاڻين ٿو؟"

ڪرمونءَ برف گلاس ۾ وجهندي چيو، "سائين، ڏسو ڇوي ڇاٿو؟ ماستر رسول بخش سامهون سا ڳيءَ بينچ تي وهندا هئاسين. ديوان، مونکي اهو ۽ ياد آهي ته مان گهران حساب ڪري نه ايندو هوس. تون گهنڊ لڳڻ کان اڳ مونکي حساب ڪري ڏيندو هئين ۽ مان ماستر جي مار کان بچي ويندو هوس..."

رام ٺهڪ ڏيئي چيو، "رسول بخش جي مار ۽ مار هوندي هئي..."

شاهه ڪرمونءَ کان ٿاڌل جو گلاس وٺي رام ڏانهن وڌائيندي چيو، "مونکي ان مار جو ڪو آزمودو نه مليو."

رام چيو، "سيداڻي پارتي هٿ هلائڻ جي رسول بخش کي ڪڏهن همت ئي نه ٿي." پوءِ ٿاڌل جا ٻه ٽي ڍڪ پري چيائين، "ٿاڌل واهه جي آهي."

شاهه مرڪي چيو، "رسول بخش جي مار، ڪرمونءَ جي ٿاڌل... ٻن ناميارين چيزن مان هڪ جو ذائقو مون توکان وڌيڪ چکيو آهي."

رام پليٽ فارم جي جهنگلي مان ٻاهر نهاري چيو،

”هتان جي تہ رونق ئي ٻي ويئي آهي.“

شاهہ چيو، ”هو سامهون دڪانن جي قطار ڏسين ٿو، ڪوئہ جي ساڄي پاسي اهي دڪان پر سال مون جوڙايا هئا فيضوءَ جي صلاح تي...“

”فيضو ڪهڙو؟“

ڪرمونءَ هڪ پورنر کي پاڻيءَ جو گلاس ڏيندي چيو، ”ديوان، تون تہ غضب ٿو ڪرين. فيض محمد پنهنجو ڪلاسي نہ هوندو هو. هن سال وڪالت پاس ڪئي اٿس.“

ڪرمونءَ جو طعنو رام جي دل اندر چڀي ويو. پشيماني ظاهر ڪندي چيائين، ”ننڍپڻ ۾ ئي دوست وڇڙي وياسين. تون سڪول ڇڏي ناناڻن ۾ حيدرآباد هليو وئين. فيضو ڪنڊياري تعليم ورتي ۽ مون نوشهره ۾. ڪاليج بہ فيضوءَ مون جدا جدا وسايا. مان ڪراچيءَ ۾ پڙهيس ۽ هو شڪارپور ۾. ٻہ سال اڳ، تہ مان سنڌ جا وڻ ئي ڇڏي ويس.“

شاهہ چيو، ”ائين ٿيندو آهي.“ ائين چئي هو ڪرمونءَ کي خالي گلاس ڏيئي پليٽ فارم جي گيٽ ڏانهن وڌڻ لڳو.

رام خالي گلاس موٽائيندي چيو، ”پيسا...“

ڪرمونءَ واٽ تي آڱر رکي چيو، ”ش ش... شاهہ صاحب بگڙندو. تنهن ڪانسواءِ جهوني ڪلاسيءَ جي ڪجهہ مهماني ڪرڻ جو مونکي بہ تہ حق آهي.“

شاهه پري کان ڇيو، ”اڄ نه. ڳالهين ڪرڻ لاءِ زندگي پيئي آهي.“

رام ڇيو، ”وري گڏ ٿينداسين.“ ۽ هو شاهه ڏانهن وڌي ويو.

شاهه ۽ رام سٽيشن کان ٻاهر نڪتا ته هڪ پير مرد اچي شاهه کي پيرين پيو.

شاهه پڇيو، ”پيرو، ڪا خبر.“

پيرو ۽ هڪ قدم پٺتي هٽي ادب سان ڇيو، ”مان سائينجن جي اوطاق تي ويو هوس ڏس مليو سائينجن ٽيشن ...“

شاهه پڇيو، ”خير ته آهي.“ شاهه رام جو هٿ پڪڙي ٽانگن جي سٽئنڊ ڏانهن وڌيو. پيرو ۽ پٺيان ايندي ڇيو، ”سائين خير ناهي. جمعدار جانمحمد شيرو ۽ کي ناحق لاڪپ ۾ ڪٽي بند ڪيو آهي.“

شاهه علوءِ کان گهوڙي جون رنئون وٺندي ڇيو، ”ناحق نه چؤ ميان. پراڻي ڳوٺ ۾ ڪالهه جيڪو ڪاٽ لڳو آهي تنهن ۾ شيرو ۽ جو هٿ هوندو تي ...“

پيرو ۽ نماڻائي ۽ سان ڇيو، ”قبلا، شيرو ڪالهه رات مهراڻپور ويو هو، وڏيري جمالدين جي فرجند جو نڪاح هو...“

شاهه کلي ڇيو، ”تنهنجي معنيٰ گهر نه هو نه. پوليس وٽ هيڪاري ثبوت وڌيو.“

شاهه رام کي ٽانگي جي اڳين خاني ۾ چڙهڻ جو اشارو ڪيو.

پيرو ٔ چيو، ”سائين، اوهان جي رعيت آهيون...“

رام جي ٽانگي، تي چڙهڻ بعد شاهه گهوڙي جون ڏنڊون جهلي ٽانگي جي اڳئين خاني ۾ چڙهي ويٺو. علوءَ کان پيد جو اڪڻ وٺي چيائين، ”ان جو اهو مطلب ته ناهي، اوهان ڏوهه ڪندا رهو ۽ مان توهان کي ڇڏائيندو رهان.“

پير مرد جي اکين ۾ آنسو ڀرجي آيا هئا. هن اشڪبار اکين سان چيو، ”مرشد، شيرو بيگناهه آهي...“

شاهه چيو، ”بيگناهه آهي ته ڇٽي ايندو. ميان، هر وير و بادشاهه گڙدي ڪا نه آهي.“

پيروءَ کلهي تي پيل انگوڇي سان اکيون اگهندي چيو، ”سائين جن جمعدار جانمحمد جي طبع مان واقف آهن. هو شيروءَ تي اهڙي مار وجهندو جو وڏيڪ مار کان بچڻ لاءِ هو ڏوهه سر تي کڻندو...“

شاهه چيو، ”ڪورٽ ۾ ڦري سگهيٿو. پوليس ۾ ڏنل زبانيءَ جي ڪورٽ ۾ ڪا قيمت ڪانهي.“

پيروءَ نهايت عاجزيءَ سان چيو، ”حاڪم، رهڻو ته هن تو ۾ آهي...“

پٺئين خاني ۾ ويٺل علوءَ چيو، ”شيروءَ جو نهال جي دڪان کي لڱل ڪات ۾ همت ناهي. قبلا، ايترو مان به چئي سگهان ٿو.“

شاهه مرڪي چيو، ”چورن جا پائر ڳنڍ ڀڇوڙ.“ پوءِ عثمان، جو اڃا تائين هيٺ بيٺو هو، کي چيائين، ”تون به چڙهه.“

عثمان پنهنجي ڪانيءَ ۾ چڙهڻ لڳو.

پيروءَ ٻاڏايو، ”سائين، اوهان وٽ ته جمعدار کي...“ هن جو گلو وري ڀرجي آيو.

شاهه چيو، ”مان وٽ ته عثمان کي لاهي جانمحمد کي اوطاق تي گهرايان ٿو. شيروءَ خلاف وٽس ثابتي هوندي ته مان ڪجهه نه ڪندس.“

پيروءَ ٽانگي جي ويجهو اچي، شاهه جي پيرن تي هٿ رکي چيو، ”قبلا، اوهان جو بخت بالا رهي.“ پوءِ هٿ چاتيءَ سان لائيندي پري ٿي بيٺو.

رام آهستي شاهه کي چيو، ”هن ويچاري کي ته چاڙهي هلو.“

شاهه چيو، ”اٿين هلجي ته سيدڻيءَ جي پچاڻي اچي وڃي.“ پوءِ پيروءَ ڏانهن نهاري چيائين، ”ميان، تون ته پٺيان چڙهه.“

علوءَ سوڙهو ٿي پيروءَ کي جاءِ ڏيندي چيو، ”اهو اسانجو سيد اٿيئي. هالاڻيءَ وارو سيد هوند بيٺو به نه سهيئي.“

پيروءَ وهندي چيو، ”آبا، ڏڏهن ته اسين به هن سائينءَ جو در جهلي بيٺا آهيون.“

شاهه رئنن کي چهبي ڏني. گهوڙو ڳوٺ ڏانهن وڌڻ لڳو. گاڏيءَ جا ڦيٿا، گهوڙي جا سنب ۽ هنجي ڳچيءَ ۾ ٻڌل گهنگهرو ٽال تي تال ملائي عجيب موسيقي پيدا ڪري رهيا هئا. پٺيان پڇنڊڙ وڻ ۽ کيت فضا کي نهائين

رنگين ڪري رهيا هئا. رام جي دل مچلي وئي.
هو گنگنائڻ لڳو:

خاص ڪتوري پانيان وطن جي واري
مٺي مٺڙي ملڪ جي مشڪان موچاري...

شاهه ڪلي چيو، "ننڍي هوندي وارا اهي بيت... اڃا ياد اٿيئي؟"

رام وراڻيو، "گاهه ۽ گلزاري، بڻ باغيچو پانيان... هيءُ بيت ۽ وسرڻ جا آهن." ڪجهه دير ڪان پوءِ چيائين، "هاڻ ته هت بڻ واقعي باغيچا ٿي ويا آهن، اوهانجي ڪوشش ۽ جفاڪشيءَ سان."

شاهه ٺهڪ ڏنو ۽ چيو، "منهنجي ڪوشش ۽ جفاڪشيءَ سان! توکي ڪنهن گمراهه ڪيو آهي؟"

"پاڻُ وقت ٻوقت ڳوٺ جو واءُ سواءُ چنين ۾ لکندو هو." هن لکيو، "سيد علي اڪبر شاهه صاحب جي ڪوشش ۽ جفاڪشيءَ سان ڳوٺ جي رونق ئي ٻي ٿيندي پيئي وڃي..." هن شاهه جي سچي ڳالهه تي خاص انداز ۾ زور ڏنو.

شاهه چيو، "سيد علي اڪبر شاهه صاحب... مون ۾ صاحب ٻڌڻ وڃڻ جو ڪو ڪرو ڏسڻ ۾ اچيئي ٿو؟..."

رام ڪلي چيو، "پنڌين خاني ۾ وينل پير مرد ان جو زنده ثبوت آهي. ڳوٺ ۾ اڃا چوريون ۽ ڪاٽ هليا پيا اچن! مون سمجهيو هو ته توهان جي راڄ ۾ انهن جو انت اچي ويو هوندو."

"جيستائين ٻک، ۽ ٻي عامي زور آهي تيستائين چورين ۽ ڪات گهٽبائي ڪونه."

رام شاهه ڏانهن نهاري پڇيو، "اوهان ڇا ائين سمجهيو ٿا؟"

شاهه گهوڙي کي چهڪي ٻهاري چيو، "عثمان، تون ٿاڻي اندر وڃي ڏس ته جانچ ڪهڙي آهي؟ جيڪڏهن هجي ته مونکي چتائج. مان اڳو پوءِ هينئر ئي ٻه ٽي منٽ ساڻس ڳالهائي شيرو ۽ وارو معاملو پورو ڪري ڇڏيان."

پوءِ رام ڏانهن نهاري چيائين، "تون گهر وارن جي سک ۾ چار منٽ ڏبي سگهندين نه؟"

رام چيو، "امان، پائو ۽ پيا گهر وارا سمجهي ويٺا هوندا ته اڄ مان آيو ئي ڪونه آهيان."

"مان هيڏانهن ايندي پيءُ کي دڪان تي چئي آيو هوس ته رام کي وٺڻ ٿو وڃان. هو سمجهي ويو هوندو ته مون توکي ڪٿي ترسائي ڇڏيو آهي."

"اوهانکي منهنجي اچڻ واري ڳاڏي ۾ پائوءَ ئي ٻڌائي هوندي... اوهان ناحق تڪليف ورتي. مان گهران تي اوهان وٽ پاڻ ڪان پاڻهي سلامي پيرڻ اچان ئي ها."

شاهه جو منهن ڪنهن حد تائين سرخ ٿي ويو. خشڪ آواز ۾ چيائين، "ننڍي پڻ جي دوست کي سٽيشن تي وٺڻ لاءِ اچڻ تڪليف اوهان ڪاليجي تعليم وارن لاءِ هوندي."

"اوهانجي ۽ منهنجي حيثيت ۾ فرق آهي، شاهه سائين!"

"اوهان، شاهه سائين ۽ حيثيت ۾ فرق ... اهائي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ توکي ٻاهر وڃڻ جي ضرورت ڪانه

هئي." ٽاڻي ڏانهن ڏسندي چيائين، "جمعدار ٻاهر بيو
اچي."

شاهه گاڏيءَ مان هيٺ لٿو. هن کان اڳ علو ۽ بيرو
به گاڏيءَ مان لهي پيا هئا. شاهه علوءَ کي چيو، "تون
ديوان کي گهر ڇڏ. پيسا ڏيئي ته ونڃانس." پوءِ هو رام
ڏانهن ڏسڻ ڌاران ٽاڻي طرف وڌي ويو.

بيروءَ پڇيو، "قبلا، مان ترسان؟"

شاهه رعب مان چيو، "تون گهر وڃي آرامي ٿيءُ."

بيرو پير پير ۾ پائي شاهه جي پٺيان وڃڻ لڳو.

علو پنهنجين خاني ۾ ويهي گهوڙي کي چهبي ڏني. رام
چيو، "ترس، شاهه صاحب جي واپس ورڻ تائين ترس."

علوءَ رُنون ڀريون ڪري ڇڏيون.

رام ان وچ ۾ ڀليءَ ڀت سمجهي ويو هو ته سندس
ننڍپڻ جي دوست علي اڪبر، 'سيد علي اڪبر شاهه
صاحب' سان گڏ 'مرشد'، 'قبلو' ۽ 'حاڪم' بڻجڻ
بعد ننڍپڻ جو سڀاءُ ۽ خصلتون ۽ خاميون سميت - جيئن جو
تيئن برقرار رکيو هو.

اوچتو علوءَ پڇيو، "ديوان، اوهان ڪلڪتي ۾ پڙهندا
هئا نه؟"

رام سنجيدگيءَ سان وراڻيو، "شانتينڪيتن ۾."
پوءِ چيائين، "اهو ڪلڪتي جي ڀرسان ئي آهي."

ڪجهه وقت جي خاموشيءَ بعد علوءَ چيو، "اوهان کي
ضرور وڏي نوڪري ملندي..."

رام ھلڪو ٽهڪ ڏيئي چيو، ”مان يا ماستر ٿي سگهانٿو يا ڪلارڪ.“

علوءَ کي ڪجهه سمجهه ۾ نه آيو ۽ چيائين، ”قاضي غلام محمد جو فرزند فيض محمد شڪارپور ڪانپوءِ ڪراچيءَ پڙهڻ ويو ته هاڻ ڪنڊياري جي شاهمحمد وڪيل سان گڏ وڪالت شروع ڪئي اٿس، اوهان اينرو پري پڙهڻ ويا...“

رام گنڀيرتا سان چيو، ”مان وڏيڪ ڪمائڻ لاءِ قابل ٿيڻ جي ارادي سان شانتنيڪيتن نه ويو هوس.“

علوءَ جو دماغ ٿهائين منجهي ويو. ’وڏن ماڻهن جون وڏيون ڳالهيون،‘ ائين سوچي چپ ٿي ويو. پوءِ ٿاٺي ڏانهن نهاري چيائين، ”شاهه صاحب اچا ته جمعدار سان ڳالهيون پيو ڪري.“

رام پڇيو، ”مان جيڪڏهن وڏيءَ عمر وارن لاءِ هت سڪول کوليان ته اوهان ماڻهو جيڪر پڙهڻ اچو.“

علوءَ خشڪ آواز ۾ چيو، ”ديوان، اسين پڙهڻ تي وقت وڃايون ته کائون ڪٿان؟“

”ڏينهن جو گذر لاءِ ڪمايو، رات جو موڪوت پڙهڻ اچو.“ رام هنجي منهن ۾ تڪيندو رهيو.

”ائين ڇو نه،“ علوءَ اتساهه وڃان چيو، ”پوءِ ته نئين ۽ پراڻي ڳوٺ جي ماڻهن کان سواءِ آس پاس جا هاري ناري به هوند اچن.“

رام ڪجهه چوي ٿي چوي تنهن کان اڳ، علوءَ

وري نراسائيءَ سان پرپل نوع ۾ چيو، "ڏينهن جو خون پسينو هڪ ڪرڻ بعد رات جو ننڊ کان جلد ڇڏائڻ مشڪل آهي، ديوان!"

رام جي اُساهه جو گلو مروٽجي ويو.

علو چوندو رهيو، "رات جو اوجاڳو ڪجي ته ڏينهن اک ئي نه پٽجي. تنهن کانسواءِ تون سڪول ته ڪنهن مقرر وقت تي هلائيندين، اسان ماڻهن کي ان وقت فرصت هوندي به يا نه ... باقي واٽيا تو وٽ پڙهي سگهن ٿا."

رام کي ڪو جواب نه ڏيندو ڏسي چيائين، "تون به ته ديوان ڪنهن نه ڪنهن نوڪريءَ کي لڳندين. پيمن ته چوندو آهي ..."

رام اُتاولائيءَ سان پڇيو، "پاڻو ڇا چوندو آهي؟"

رام جي ان سوال پڇڻ جو ڍنگ اهڙو هو جو علو ڏمڪجي ويو. چيائين، "پاٽڪي کا خاص خبر ڪانهي. پاڻ سالن کان گهوڙي لاءِ داڻو پيمن ڏان وٺندا آهيون؛ ڪي شاهه صاحب جي ڪري کي ننڍپڻ کان پيمن سان خوش خير و عافيت جي وات آهي، تنهنڪري. ڪڏهن ڪڏهن چوندو آهي، 'منهنجو ننڍو ڀاءُ ڪلڪتي مان پڙهي ايندو ته وڏو عهدو هنجا پير چمندو.'"

رام جي دماغ ۾ پڙاڏو ٿيو، 'ڀرين مغز ماري پاڻوءَ سان ڪرٽي پوندي.' پنهنجي دلي ارادي کي درپيتا ڏيڻ لاءِ ٻاهران چيائين، "پاٽڪي ماستري ڪرڻ جو ارادو آهي، نئين قسم جي ماستري." پوين لفظن تي هن

خاص زور ڏنو.

پويان شاهه جو آواز آيو، "تون وٽن ڪو نه؟"

رام ورائيو، "توهان ... نه، تنهنجي لاءِ ترسي پيس."

شاهه ٽانگي جي ويجهو اچي ڪلهي ڇهيو، "ٻڌم تو پنهنجي منهنجي صحيح حيثيت سڃاڻي ورتي."

شاهه ٽانگي جي اڳين ڪاٺي ۾ چڙهي علوءَ کان گهوڙي جون رسيون ورتيون. عثمان پٺين ڪاٺي ۾ چڙهي ويٺو. پيرو شايد ٽاڻي تي نه ترسي پيو هو.

شاهه گهوڙي کي چهبي ڏني. علوءَ عثمان کان آهستي پڇيو، "شيروءَ جو ڇا ٿيو؟"

جواب شاهه ڏنو، "شيروءَ کي نه جمعدار ڇڏ ڏنو. پيروءَ جو پلو ٿي ويو، اوس پنهنجي مٿان اچي وڃي."

رام شاهه ڏانهن نهاري پڇيو، "يعني؟"

"شاهه صاحب، مان هينئر اوهانجي اوطاق تان پيو اچان."

ٽانگو پراڻي ڳوٺ جي ٻاهر واري ڏوپين جي تلاءَ جي ڪناري تان هلي رهيو هو. شاهه ٽانگو روڪي ڇڏيو.

رام ڏٺو ته تلوار ڪٽ مڇين سان هڪ سونهن ڀونهن جوان شخص ٽانگي ڏانهن وڌي آيو. رام کي لڳو اهو شخص مون اڳ ڏٺوئي ناهي.

پر هن شخص ٽانگي وٽ پهچي پڇيو، "هي رام آهي نه؟"

رام وائڙو ٿي ويو. شاهه چيو، "حياتيءَ ۾ اڄ تو

خاص زور ڏنو.

پريان شاهه جو آواز آيو، ”تون وٺين ڪو نه؟“

رام ورائيو، ”توهان ... نه، تنهنجي لاءِ ترسي پيو هئس.“

شاهه ٽانگي جي وچ ۾ اچي ڪلي چيو، ”ٺيڪ تو پنهنجي منهنجي صحيح حيثيت سڃاڻي ورتي.“

شاهه ٽانگي جي اڳين کاني ۾ چڙهي علوءَ کان گهوڙي جون واڳون ورتيون. عثمان پٺين کاني ۾ چڙهي ويٺو. پيرو شايد ٽانگي تي ئي ترسي پيو هو.

شاهه گهوڙي کي چهبڪ ڏني. علوءَ عثمان کان آهستي پڇيو، ”شيروءَ جو ڇا ٿيو؟“

جواب شاهه ڏنو، ”شيروءَ کي نه جمعدار ڇڏ ڏيندو. پيروءَ جو پلو ئي ويو، آخر پنهنجي متان اچي ويٺي.“

رام شاهه ڏانهن نهاري پڇيو، ”يعني؟“

”شاهه صاحب، مان هيٺ اوهانجي اوطاق تان پيو اچان.“

ٽانگو پراڻي ڳوٺ جي ٻاهر واري ڊوڀين جي تلاءَ جي ڪناري تان هلي رهيو هو. شاهه ٽانگو روڪي ڇڏيو.

رام ڏٺو ته تلوار ڪٽ مڇن سان هڪ سوٽيڊ بوٽيڊ جوان شخص ٽانگي ڏانهن وڌي آيو. رام کي لڳو اهو شخص مون اڳ ۾ ڏٺوئي ناهي.

پر هن شخص ٽانگي وٽ پهچي پڇيو، ”هيءُ رام آهي نه؟“

رام وائڙو ٿي ويو. شاهه چيو، ”سمائيءَ ۾ اچ تو

پهريون پيرو ئي صحيح ڌڪو هنيو آهي." پوءِ رام ڏانهن نهاري پڇيائين، "تو سڃاتس؟"

رام ڌڻ سان ڪنڌ لوڏيندو رهيو.

شاهه چيو، "مکي ديولو مل جو پيون نمبر پٽ آهي شيوڪ." شيوڪ ڏانهن نهاري چيائين، "صبوح صبوح جو ڪيڏانهن پيو وڃين؟"

شيوڪ ڪلهي چيو، "اول اوهانجي اوطاق تي آيس ته هڪ به شطرنج جي بازي ئي وڃي. اوهان نه مليا ته به گهڙيون جانمحمد سان ڳالهيون ٻولهيون ڪندو رهيس. ڪلاڪڪن ۾ واپس اوهان جي اوطاق تي پهچي وڃبو."

شاهه رئمن کي چڪ ڏيندي چيو، "پڪي اچج. اَڄ شطرنج کيڏبي، اهڙي پڪ نٿو ڏيانءِ."

ٽانگو ٿورو اڳيرو هليو ته شاهه چيو، "واندا مل، ڇي پالهو مل ٿو سڏيجي."

رام چيو، "هاڻي ته نهي پيو آهي، ننڍي هوندي چواڻي جو پلؤ پيو ڇڳاڙيندو هو. ڪندو ڇاهي؟ ..."

شاهه چيو، "شاهوڪاري ٻار ڇڙيو يا ... ايف. اي. به پاس ڪري نه سگهيو. هاڻ هٽ هٽ جوڪائيءَ جا چڪر پيو لڳائي."

ٽانگو پراڻي ڳوٺ اندر پهچي چڪو هو. هندن مسلمانن "شاهه صاحب نياز ٿئي،" "مرشد جو خير رهي" جي رٽ لڳائي ڏني.

شاهه خوش خير و عافيت جي اوت موت ڪرڻ

جي وچ ۾ رام کان پڇيو، ”گهڻا ڏينهن ڳوٺ ۾ رهندين؟...“

رام کلي چيو، ”عمر ڀر.“

شاهه گنڀيرتا سان پڇيو، ”مطلب؟“ ٻوءِ چيائين، ”پيءُ نه چيو ته ڪليڪٽريءَ جو امتحان ڏياريندو سانس.“

”اِف وشز ور هارسز بيگرس ود رائيڊ (خواهشون گهوڙا هجن ته هوند فقير مٿن سواري ڪن). پاڻ جيوت جوُ مقصد چونڊي ڇڏيو آهي.“

”ڇا ڪرڻ جو ارادو اٿيئي؟“

علوءِ عثمان کي چيو، ”هيءَ ديوان اسان وڏيءَ عمر وارن کي رات رات جو پاڙهڻ ٿو گهري.“

شاهه کلي چيو، ”عاليشان مقصد آهي پر...“

رام چيو، ”توکي منهنجي مدد ڪرڻي پوندي.“

”مان مدد ڪندس ئي. پر گذر لاءِ ٻيو ڪجهه...“

شاهه پاڻ گهري سوچ ويچار ۾ پئجي ويو.

رام دريءَ نوع ۾ چيو، ”آجيوڪا جو ڪو نه ڪو طريقو نڪري ايندو.“

”پيءُ رضامند ٿي نه ٿيندو.“

”اُن کي ڏنو ويندو. تو پاڻ ئي ته اڳهڻو چيو جيستائين بڪ ۾ بي علمي زور آهي تيستائين چوريون ۽ ڪات گهٽبا ئي ڪو نه. ان ڏس ۾ ڪجهه ته ڪرڻو پوندو.“

ٽانگو پراڻو ڳوٺ پار ڪري نئين ڳوٺ ڏانهن ويندڙ سڙڪ تان هلي رهيو هو.

شاهه چيو، ”فيضو خوش ٿيندو. هو اڳيئي وڪالت

کان وڌيڪ وس هاري ڪاميٽيون ٺاهي ڪرڻ کي ڏيندو رهيو.“

رام پڇيو، ”توکي خوشي نٿي ٿئي؟“

”مان ڪجهه به ٺيڪ ٺيڪ چئي نٿو سگهان. مان اندر پڻ جي بنهي دوستن کي خوش ڏسڻ ٿو چاهيان. پر مونکي ڀروسو ٿا پون ته ٻئي اڻانگي راهه تان قدم وڌائيندا پنهنجي لاءِ مصيبت پٺيان مصيبت مُله ڳنهندا رهندا...“

رام پڇيو، ”فيض محمد اڄ تو وٽ ايندو؟“

”اڄ ايندو يا مهني کان پوءِ. مدار هنکي فرصت ملڻ تي آهي. ايندو ته گهوڙي تي چڙهي ايندو. تنهنجي اچڻ جو نياپو ياڳو ديري سندس گهر اڄ ئي موڪليندس.“

ٻئي دوست چپ ٿي ويا. ٽانگو هلندو رهيو. اهو نئين ڳوٺ جي ٻاهرين جڳهين تائين اچي پهتو.

ڪاٻي پاسي واري سڪل تلاءَ ڏانهن نهاريندي شاهه پڇيو، ”هيءُ تلاءُ...“

رام ٺهه ٺهه چيو، ”هيءُ تلاءُ به ڪو وسرڻ جو آهي. هزارن ڪوهن جي دوريءَ تي به هيءُ تلاءُ ۽ اُن سان ٻڌل يادگيريون جان سان جڙيون رهنديون هيون. اَڃا هت ’ڪٻٽي ڪبٽي‘ ٿئي؟“

”هڪڙا وڏا ٿي هن تلاءَ کي ڇڏي ويا، ٻيا انهنجي جڳهه والارين. تلاءُ ڳوٺ جي لاءِ راند ۽ وندر جو مرڪز بڻيو رهي.“

يڪايڪ رام جي ڪن تي هڪ ڪورس راڳ، جو آواز پيو:-

ٻيري جا واڻيا - سيد لڏايا ...

رام آواز جي ڏهه تي اکين کي ڦيرايو :-

چار پنج بازيگر- استريون هڪ گهر جي ٻاهران پنهنجي ڳائي رهيون هيون :

ڪڪڙا ڪڇن ۾ - هنڌڙا هٿن ۾...

رام دلي چيو، "آچا هيءَ مدي خارج گيت هلي پيو. اوهانجي راڄ هوندي ..."

شاهه گهوڙي کي چڪي ٻهاريندي چيو، "توکي جيڪڏهن پاڙهڻو آهي ته اول انهن بازيگرن کي پاڙهه..."

رام ٺهڪ ڏيئي چيو، "جن ڪاڻ اهو راڳ، وسري وڃي..." رام ٽانگي کان هيٺ لهي پيو.

شاهه ٽانگي مان لهندي چيو، "مان ڏاڏي مرحوم جي غلطيءَ تي شرمندو آهيان، پر هنن کي پاڙهڻ جي پلاڻ ان لاءِ نٿو ڪريان."

علوءَ ٽانگي جون رنئون ونڊي چيو، "ڏينهن جو پنن رات جو ڏاڙا هڻن، بازيگرن جو پيو ڪهڙو ڌنڌو آهي؟"

رام جو پاءُ دڪان تان لهي ٽانگي جي ويجهو وڌي آيو هو. رام پاءُ ڏانهن وڌيو. پيمن پاءُ مان پيرين پوڻ جي اميد رکي هئي، پر هن کي هٿ وڌائيندو ڏسي، منجهي پيو. پوءِ هن پاءُ جو هٿ پڪڙي ورتو.

ماءُ اڌ ڏيڪيل منهن سان گهر جي چانئٺ تي بيٺي

پٽ جو انتظار ڪري رهي هئي.

شاهه گهر جي دڪيءَ کان ٻرندو ٻهڪي چيو، ”اَمڙ، منهنجي ڪري توکي رام لاءِ ڪافي اوسيڙو ڪيڏو پيو.“

رام ماءُ منهن تهائين ڀڪڪي چيو، ”اوهانجو ٻه ڀاءُ آهي، اوهانجو ٻه مٿس حق آهي.“

رام ماءُ اڳيان ڀڪي هٿ جوڙي بيٺو. ماءُ فورن هنجا هٿ پڪڙي ورتا ۽ هنکي گهر جي ڏيوڍيءَ اندر ڇڪي ڪٺي ڇاتيءَ سان لاتو.

(٢)

ماءُ کٽ جي ايس تي پاٽيءَ جو گلاس رکيو ۽ پوءِ کٽ جي پرسان هيٺ رکيل منجيءَ تي ويهي رهي. پٽ جي منهن تي اکيون اٽڪائي ماءُ چيو، ”پٽ، هڪ ڳالهه پڇان؟“

پيمن حيرت وچان ماءُ ڏانهن نهاريو، پوءِ وات وارو گره ڪڙو ڇباڙي نڙيءَ ۾ لنگهائي چيائين، ”ڇو اَمان... اڄ تو مون کان ائين ڇو پڇيو؟“ هو ٿالهيءَ ۾ ناهيل ڳٽي هٿ ۾ جهلي ماءُ ڏانهن نهاريندو رهيو.

ماءُ کنڌ هيٺ ڪري چيو، ”ڳالهه ئي اهڙي آهي... مونکي ناحق ڪٽيءَ کنيو جو پرسي ماءُ جي گهر لاڏن تي ويس... تون کاءُ نه! هٿ جهلي ڇو ويٺو آهين؟“
ماءُ منجيءَ تان اُٿي پٽ جي پرسان کٽ تي ويهي رهي.

پيمن گره وات ۾ وجهي چيو، ”نيٺ به ڳالهه ڇا هي؟“

ماءُ چيو، ”باجيگر ڇوريءَ، مان ڇوڇي ڏيان مٿيءَ

ڪي. ڳاڙهو سرڪيلو اٿس ته پاڻ ٽائين اٿس... مان راڻيءَ جي سونهن کي ڏوڙي پيئنديس..."

پيمن خفي ٿي چيو، "ڳالهه ڇا آهي، سا ته ٻڌائين ڪانه؟"

پيمن زال، جا ٻيءَ کٽ تي پنهنجي ننڍڙي پٽ کي ٿڦڪيون هڻي سمهاري رهي هئي، چيو، "ننڍڙي ماءُ لاڏن ٿي بازيگرن جي بستيءَ مان پريءَ کي گهرايو هو. اميءَ هن جا لاڏا ٻڌندي چيو، 'ڇوريءَ جو ڳاڙهو سرڪيلو آهي' شاميءَ چيو، 'جيڪي، پريءَ اڳي پوءِ تنهنجي نٿڻهن ٽبي، پوءِ ته هر روز هنجي سرڪيلي ڳلي جو...'"

پيمن ماءُ چڙ مان چيو، "مان ٻاهر ڏيانس. شامي ٻڌي مٽيءَ کي پاڇائي ڪري گهر ۾ وهاري. هرڻي لاءِ پاڻيءَ ته ڪا ٻي سٺي ڇوڪري ملندن."

پيمن زال ان وچ ۾ کٽ تان اٿي منجيءَ تي اچي ويٺي هئي. هن مڙس ڏانهن نهاريندي چيو، "ڏيرم جي سچ پچ پريءَ سان دل آهي؟"

پيمن هلڪو ٽهڪ ڏيئي چيو، "مونکي ڪهڙي خبر؟ مونکي صرف اها خبر آهي ته رام روز بازيگرن کي پاڙهڻ ويندو آهي." پوءِ ماءُ ڏانهن نهاري مرڪي چيائين، "امان، پريءَ سؤ سڪ ڏيندءِ. اهڙي مضبوط ۽ هڏ پڳي، نٿڻ کٽ تي وهاري ڪارائيندءِ. هن نٿڻ وانگر سڄو وقت لڳن جي سور جي رٽ ڪا نه لڳائيندي."

ماءُ جي اکين ۾ آب اچي ويو هو. رئي جي ڪنڊ

سان اکيون اُگھندي چيائين، ”تون به ائين ٿو چئين... مان ڏسان وينِي، تنهنجو رام تان ارواح لهندو پيو وڃي.“

پيمن ڪٽ تان اُٿي گوڙي نيساري طرف ڦٽي ڪري چيو، ”منهنجي دل ۾ هن لاءِ ساڳي اڳئين جهڙي ممتا موجود آهي. باقي اهو سچ آهي ته مونکي هن جا ڪرتوت سٺا نٿا لڳن.“

ماءُ جي ممتا کي اُڇا به وڌيڪ ٺيس پهتي. ماءُ جذباتي رنگ ۾ چيو، ”اهڙو ڪهڙو اُگر پاپ ڪيو آهي منهنجي رام جو توکي هن جا ڪرتوت سٺا نٿا لڳن؟ هن وهيءَ ۾ ڏنگايون سڀ ڪندا آهن. تون به ته دڪان تي وهڻ جي نه ڪندو هئين. جيستائين بابهن ويٺو هو تيستائين تون به ته گهر ڏانهن ڪا جبابداري نه سمجهندو هئين...“

پيمن ٽيليءَ سان ڏند ڪرٽيندي چيو، ”اَمان، مان رام جيان پڙهيل هجان ته دڪان تي جيڪر اڄ به نه وهان. هنکي جيڪڏهن ڳوٺ جي ٻوڙن ۽ بازيگرن کي اٿي اڪابر ڪرڻو هو ته ان لاءِ هزار ميل پري وڃڻ جي ڪهڙي ضرورت هيس؟“ پوءِ ٽيلي ساڄي ڪن ۾ گهمائيندي چيائين، ”پيسن جا ٻڪ خرچي ڊگريءَ جو ڪاغذ ٽڪر وٺي اهو اهو فريم ۾ ٿي مڙهائي رکڻو هوس ته پوءِ ايترن پيسن ۽ سالن وڃائڻ جو ڪهڙو سنوه پيو هوس؟ ٻڌاءِ...“ ظاهر هو ته جو ٻخار هوءُ ڀاءُ جي سامهون چنڊڻ کان قاصر هو سو ماءُ اڳيان چنڊي من جو بار هلڪو

ماءُ گرهه گرهه سان ڀريل وات سان چيو، "پٽ، مان هر ويرو واپاڙي ڪانه آهيان. مان به سڀ ڪجهه سمجهان ٿي."

ڪجهه وقت بعد چيائين، "رام جو مڱڻو ڪري ڇڏ. ٻار ٻوندس ته جوابداري سمجهندو. هيميءَ هڪ گهر لڳيو هو نه."

ٻيمن ڪلي چيو، "ان ۾ وري هيمي ۽ جيوٽداس هڪ راءِ جا نه آهن. جيوٽداس جو خيال آهي ته بدليل زماني سان بدلجي هلڻ کپي. رام جي مرضيءَ بنا ڪٿي مائٽي نه ڪرڻ کپي..."

ماءُ بلند آواز ۾ چيو، "رام پريميءَ سان پرڻجڻ چاهيندو ته اسانکي اهو منظور ڪرڻو پوندو؟ جمانو بدليو جهٽ ٿي؟"

ٻيمن هلڪو ٽهڪ ڏيئي چيو، "رام هر ويرو اهڙو ڪجهو ڪم ڪونه ڪندو. شاهه ۽ فيض محمد وڪيل نون خيالن جا حامي سڏائيندي به ان ڳالهه کان ڪم کان ضرور روڪيندس..."

"ٻڌانئي ته شاهه کان وڌيڪ ان وڪيل ۾ي رام ٽي ٻرا اثر وڌا آهن؟"

"امان، تون ڀورڙي آهين. ماڻهوءَ جو ٻنهجو من مضبوط هجي ته سؤ خراب دوستن جا اثر ڪين ڇهندو. فيض محمد اهڙو ويل به ڪونهي."

ماءُ ليلائيندي چيو، "تون ڀاءُ کي چئي ڏس. ڪڙائيءَ سان نه، پيار سان ڳالهائيندس. من سمجهي وڃي..."

”نه بابا، مان نه ڳالهه ڇوريندو سانس،“ پيمن ڪٽ
ٽان اٿندي چيو، ”تنهن ڏينهن ڪٽي چيومانس، ’نوڪريءَ
جي درخواست ڇو نه ٿو ڪرين؟‘ ته نهايت بي ادبيءَ
واري نموني ۾ ڇڙڪ جواب ڏنائين، ’مان پنهنجو پلو
ٻروچڪيءَ ريت سمجهي سگهان ٿو.‘ مون پنهنجا ڪن
پڪڙي ڇڏيا. اهو ڏينهن ۽ هيءُ ڏينهن، مون ساڻس
ٻڙڪ نه ٻولي آهي.“

جڳوءَ ڏاڏي اولو ٽپي هن پر ٿيندي چيو، ”اڄ جي
نهرن کان رام ٻچائي. دؤنسي، جڳوءَ کي سمهارڻ لاءِ
هن سان گڏ ليٽي ته اٿيئي ننڊ ڪچي ويئي اٿس. نه گهر
جي ڳڻتي، نه ور جي چنتا. مان ته مڙهي پيس چلهه ۾.“

ان وقت پيمن زال هڪ هٿ ۾ چلم ۽ ٽڙ ۽ ٻئي هٿ
۾ ٽانڊن وارو ڪُل کڻي آئي.

جڳوءَ ڏاڏيءَ چيو، ”هيءُ به نهر آهن نه ساڳيو.
آهي هيءَ به ڳيوراڙي. پوءِ به ڪيڏي نه سس ۽ گهوٽ
جي شيوا ڪري.“

پيمن زال ڪُل گوءِ تي رکي ٽڙ تي ٽورو پاڻي وجهي،
اهو چلم تي ڦهڪائي جڳوءَ ڏاڏيءَ ڏانهن وڌايو. جڳوءَ
ڏاڏي منجهيءَ تي نهي جڙي ويهي ويئي هئي.

پيمن ماءُ گرڙي ڪري اڇي جڳوءَ ڏاڏيءَ پرسان
ويٺي ته جڳوءَ ڏاڏيءَ به چار ٽڪڙيون ڦوڪون پري
ڪنگهندي ٽڙ هن ڏانهن وڌايو.

پيمن ماءُ ٽڙ ورتو ۽ جڳوءَ ماءَ نڙي صفا ڪندي

ماءُ الڏن ٿي ڪيترا ڀيرا گھر چيو، ”پڙهي ڏنءِ، پڙهي ماءُ الڏن ٿي ڪيترا ڀيرا گهر ورهايا. ٻانسي ۽ بي سوادي. مون نه ڇٽو نه ڇڪيو. ان نالي ڪرڻ جو ڪهڙو ستوهه پيو هوس...“

ڇيڪوءِ ماءُ جڳـــ، جي لائي چائي ڪري پنهنجي ڪڏ ٿي مونئي ويٺي. پيمن، جوءِ ۽ ننڍڙي پٽ سميت چوٽ ٿي آرامي ٿيو. ماءُ ڇانورن ۽ ٻاڇيءَ جا ديڳڙا اڳيان رکي رام جو انتظار ڪندي رهي. رام هونءَ ٻه ڏير سان گهر ايندو هو پر اڄ نه ٿهائين اڌ رات ڪري ڇڏي هئائين. ماءُ ڪڏهن پڙ پڙ ۾ ڪڏهن دل ئي دل ۾ شاهه، وڪيل، بازيگرن ۽ زماني کي جيءُ ڀري گاريون ٿي ڏنيون. اُنيڪي رام کي ٻه ٿي سخن پئيائين نه انيڪي رام جي دشمن جي خير لاءِ ٿي دعا پڻيائين.

رام جي ڪڙي کڙڪائڻ تي جڏهن ماءُ وڃي هن کي کڙو لاتو تڏهن رام گهر اندر پيهڻ شرط چيو، ”مان شاهه جي اوطاق تي کائي آيو آهيان.“

ماءُ پٽ جي پنيان ايندي چيو، ”روج روج گهر ۾ هيءُ جيان توکي سٺو ٿو لڳي؟“

رام چيو، ”مان ڇا ڪريان امان، شاهه ڪارائڻ کانسواءِ ڇڏي نٿو.“

”تون ايترو دير سان ڇوٽو اچين؟“ آواز جي تلخي، ماءُ، جملي پوري ڪرڻ بعد محسوس ڪئي.

رامِ ڏاڪڻ تي ويهي پنيان ماءُ ڏانهن نهاري چيو، ”توکي تڪليف ٿو ڏيان نه؟ سياڻي ڪان مان ٻاهران

ڪلف لڳائي ويندس. مان نہ اچي سگهيس تہ شاهہ جو خاصخيلي نائين سائي نائين ڪلف پائڻ ايندو."

"تون سويل چو نہ ٿو اچين؟"

رام کو جواب نہ ڏيئي ڏاڪڻ چڙهڻ لڳو. ماءُ بہ هنجي پٺيان چڙهندي رهي.

پنهنجي ڪٽ تي ويهي رام چيو، "مان دير سان ڇو ٿو اچان؟ جن کي مان پاڙهيندو آهيان سي وانداڻي دير سان ٿيندا آهن."

ماءُ ڪٽ پرسان بيهي پڇيو، "ڪجهہ مليئي؟"

"دنيا ۾ سڀ ڪجهہ ڇا پيسي لاءِ ڪبو آهي، امان!"

"پٽ، پيسو دنيا ۾ وڏي وٿ آهي،" ماءُ ڪٽ جي پيراندي کان وهندي پنهنجو پر ٻوڏ جاري رکيو، "پيءُ وارو جمائي ويو. ماءُ هلڻ هاري. ڀاءُ ڪٽي پنهنجو رت آهي. ڀاڄائي تہ پرائي جائي آهي. پٽ، پنهنجو رت بہ پيسي بنا سڳي عمر تہ نہ پڇندو. تون تہ پڙهيل ڳڙهيل آهين. توکي مان ڇا سمجهايان؟"

رام کي گهڙي يون سوچ ويچار ۾ پئجي ويو. پوءِ پڇيائين، "ڀائوءَ توکي ڪجهہ چيو آهي ڇا؟"

ماءُ اُمالڪ چيو، "نہ پٽ، تُوري جيئڻ لاءِ مان ڪوڙ ڪا نہ ڳالهائيندي‌س. ڪنوار بہ ڪجهہ نہ چيو آهي. پرائي جائيءَ تي ناحق الجام نہ ڌريندي‌س. مان بہ تہ آخر پنهنجيءَ جائيءَ واري آهيان. مان پاڻ ٿي توکي چوان. تون ٻين وانگر رهہ..."

ماءُ پويون جملو نهايت جذباتي نوع ۾ چيو. رام جذباتي سيلاب کي اڳتي وڌڻ کان روڪڻ لاءِ ڪلي چيو، "امڙ، مان پين کان ڇا ۾ نرالو آهيان؟ مان ڪاٿان پيان ٿو، گهمان ڦرانٿو، ڪلان ڳالهايان ٿو..."

" تنهنکي ڇا ڪبو؟ تون نوڪري ڪر، گهر وساءِ. تنهنجي لاءِ هڪ ڇوڪري چونڊي آهي. ڏاڍي هيمي ۽ سشيل آهي، هڏ پڳي آهي، شڪل جي به سٺي آهي..."

رام شرارتي ڍنگ ۾ چيو، "ڳالهائين ائين ٿي، ڄڻ پاڻ ڏٺي اٿيئي ۽ ساڻس به ٽي ڏينهن گهاريو اٿيئي..."

" پيڻ پاڻ لاءِ اهڙي جهڙي ڇوڪري ڳولهيندي! اڄ ڪلهه جا ڇورا ڇوڪريون پاڻ ڏسي پسند ڪن ٿا. تون به وڃي ڏسي اچ. نواب شاهه ڪهڙي پري آهي؟ پيڻ وٽان ٿي آئي به ڏيڍ مهينو ٿي ويو اٿيئي."

رام سنجيدگيءَ سان چيو، "مان سياڻپ جو ڇورو آهيان امان. مونکي اها ڇوڪري کپي جا منهنجي ڪاريه ۾ مونسان ساٿ ڏئي." رام جي سنجيدگيءَ گنڀيرتا طرف ڪروٽ بدلي. هو چوندو ويو، "مونکي اهڙيءَ ڇوڪريءَ جي ضرورت ڪانهي جا گهر جي نوڪرياڻي ٿي رهي يا صرف ڊيل چنبيل گڏي بڻجي رهي. مونکي ڇوڪريءَ پسند ڪرڻ جي ضرورت ئي ڪانه پوندي. ڪا پاڻکان پاڻهي منهنجي جيوت ۾ ايترو ته گهڙي ايندي جو هنکي پري ڪرڻ مشڪل ئي نه، ناممڪن بڻجي پوندو."

ماءُ ڪي ڏک ۽ ڪي نفرت مان چيو، "پوءِ پلي اها

ٻاجيگر ڇوري هجي!"

رام کلي چيو، "ٻازيگر ٻه انسان آهن."

ماءُ نڪي آواز ۾ چيو، "فقير، چور ۽ ڌاڙيل!..."

رام سوچڻ لڳو: 'هنکي ڪيئن سمجهايان ته جيڪڏهن ٻازيگرن جي جهاليت دور ڪئي وڃي ۽ کين ايمانداريءَ جو پورهيو ميسر ڪري ڏنو وڃي ته اهي ٻه انسان ٿي وڃن... شايد، ڪافي بهتر انسان...'

ماءُ هنجي خاموشيءَ جو ٻيو مطلب سمجهيو. نهايت نااميديءَ واري لهجي ۾ چيائين، "ٻاجيگر ڇوري منهنجي ٻنيءَ اندر ايندي ته مان وک ڪائي مري ويندس. ماڻهو هاڻي ئي طعنا ٿا هڻن." پويون جملو هن پريل گلي سان چيو.

رام دلير چيو، "ماڻهن جي طعنن جي مونکي پرواهه ڪانهي. رهيو هنجو تنهنجي ٻنيءَ اندر اچڻ جو سوال. تنهنجو ٻه ٻلو ٿي سگهيٿو."

ماءُ اکين ۾ آب اوتي چيو، "تون چپ ڇو آهين؟ ڇا سچ پچ...؟" ماءُ اچي رئڻ ۾ ڇٽڪي.

ماءُ جي رئڻ پٽ جي دل کي پگهاريو يا نه، ٺيڪ نٿو چئي سگهجي. هن ماءُ کي آٿت ڏيڻ جي ڪوشش ضرور ڪئي.

رام چيو، "امان، سچ ته اهو آهي ته مون ڪڏهن شاديءَ باٻت سوچيو ڪونه آهي. مونکي حال في الحال شادي ڪرڻ جو ويچار ڪونه آهي. تون وڃي آرام ڪر. رات ڪافي گذري چڪي آهي."

ماءُ ڀرپاڻ جي پلؤ سان ڳوڙها اگهندي چيو، ”تو منهنجي هڪ به ڳالهه نه مڃي.“

رام ڪٽ تي سڌو ٿي ليٽندي چيو، ”ڪماڻ جو ڪو نه ڪو وسيلو ڳولهڻ جي ڪوشش ڪندس. باقي شادي! ڪرڻ کان اڳ، توکي ٻڌائيندس ضرور. هاڻ تون وڃي سمهه. گهڻي چنتا نقصانڪار آهي.“

ماءُ ڪٽ تان اٿندي چيو، ”ماءُ جي دل آهي چنبي. چنتا ڪرڻ کانسواءِ رهي ئي نٿي.“

رام پاسو بدلائي ڇڏيو.

ماءُ پنهنجي ڪٽ تي ليٽندي هٿ جوڙي چيو، ”ننگي، منهنجو ننگ توتي آهي. ڀيريءَ ۾ ڪو ٽڪو نه لائج. لڄ پت سان رهائج...“

ماءُ پٽ ٻئي ڪافي دير تائين جاڳيا. ٻنهي اڳيان لڳ، ڀڳ، ساڳيا مسئلا هئا. پر هنن جي سوچ ويچار جون ڌارائون لمبائيءَ، طرف ۽ روانيءَ ۾ هڪ ٻئي جي بلڪل مختلف هيون. ساڳيو رت، ساڳيو ڪُڏ، ساڳيو آسمان - پوءِ به پيدائش ۽ جوانيءَ ۾ ڪيڏو نه انتر هو! پراڻا ۽ نوان خيال - ممتا ۽ مروت جي جذبن کان بي همت ٿي ٽڪرجڻ کان ڪناري ڪشي ڪري ويا. پوءِ به پنهنجي پنهنجي مورچي تي مڪم بيٺا هئا!

( ٣ )

جڏهن رام شاهه جي اوطاق تي پهتو تڏهن شاهه، مکي پرولو مل جي ٽئين نمبر پٽ شيوڪ سان شطرنج

کيلي رهيو هو. رام اوطاق جي صفحي ۾ قدم رکندي چيو، ”اڄ صبوح صبوح جو راند کي جنبي ويا آهيو!“

شاهه چيو، ”اڄ“ پوءِ پنهنجي هاٿيءَ کي شيوک جي بادشاهه سامهون آڻي چيائين، ”شهه اٿيئي!“

شيوک پنهنجي بادشاهه کي ٻئي واري ڪاري خاني تي آندو ته شاهه چيو، ”اونهون، اتي نٿو اچي سگهين. منهنجو اُٺ بيٺو آهي.“

شيوک سوچ ۾ مگهن ٿي ويو. شاهه رام ڏانهن نهاري چيو، ”ڏسو نه، بيٺو ڇو آهين؟“

رام بيٺي ئي چيو، ”مان وڃانٿو. تون هن راند مان جند ڇڏائي منهنجي ڳالهه ئي نه ٻڌندين.“

شاهه شيوک کي چيو، ”راند کي جتي جو اتي ڪٽي تا رکي ڇڏيون. پوءِ اتان ئي شروع ڪنداسين...“

شيوک پنهنجي گهوڙي کي اڳاڻي قدم پٺتي هٽائي بادشاهه اڳيان اَڏ ڪري رکندي چيو، ”چيڪ ڇٽي نه؟“

شاهه دهرايو، ”راند کي اتي تا ڇڏيون. پوءِ اتان شروع ڪنداسين.“

شيوک چڙ مان چيو، ”شاهه صاحب اوهانجون اهي ڳالهيون پاڻڪي نه وڻنديون. هاڻي چلو چال ته سائينجن جي خبر پوي.“

رام چيو، ”چڱو شاهه سائين! مان وڃانٿو.“

شاهه چيو، ”ويهه نه.“ وري شيوک کي چيائين، ”هينئر پنهنجو دماغ ڪم ئي نه ڪندو.“ پوءِ شيوک

جي پرسان گوڏن ڀر ويٺل عثمان کي چيائين، ”عثمان،
بورڊ کي ڄمڻ جو ٽڪن سنڀالي رک.“

شيوڪ راند ٻگاڙي اٿي کڙو ٿيو. چيائين، ”مان
پراڻي ڳوٺ کان سيڙي راند کرڻ ٿو اچان. اوهان وٽ
قدر اڄهو اهو آهي...“

شاهه هن جي ٻانهن جهلي چيو، ”ٻگڙ نه. ويهه...
عثمان اندران لسي نه آڻ. ديوان گرم ٿي ويو آهي.“

شيوڪ ٻانهن ڇڏائي چيو، ”مان هٿ لسي پيئڻ
نٿو اچان...“

شاهه حويليءَ ڏانهن ويندڙ عثمان کي چيو، ”عثمان،
اندران کير کڻي اچ. پوءِ شاهوڻ کان برف وٺي اچ،
ديوان کي ٿڌي ملڪ روز جي ضرورت آهي...“

شيوڪ تلخ آواز ۾ چيو، ”ملڪ روز انهن کي پياريو
جن کي گهر ۾ نـه ملي سگهندو هجي. اوهانجي ڇوڪ
ٿي هٿ ۾ گهريون وندر کرڻ اڇبو آهي نه نه جمعدار
جانمحمد ۽ انجنير راءِ سنگهاڻيءَ وٽ پنهنجو مـن ٻهلي
رهندو آهي...“ ائين چئي شيوڪ هلڻ لڳو.

شاهه چيو، ”وڃين ڪيڏانهن ٿو؟ ويهي ٿا ذرا داڻ
ٻناڪ...“

شيوڪ دروازي وٽ بيهي چيو، ”اوهان رام جي
هوندي مونسان کهڙي داڻ ٻناڪ هڻندا. پاڻ وڃو نٿا.“

شيوڪ هليو ويو ۽ شاهه جي چپن تي زوريءَ آندل
ڦڪي مرڪ ٻوڙي آئي.

رام موڙي ٿي وهندي چيو، ”شاهه صاحب، تون
ٻه ڳڌهن کي ٿو ڪنج پالين. اهي ڪنج پالل ڳڌهه انهن جي
بي عزتي نه ڪندا ٿي رهن ٿا. وقت ٿي لڌهندي حيثيت
۽ مرتبي جي شناس ٻه ڪوهي ٿا وهن.“

شاهه ڦڪو ٽهڪ ڏيئي چيو، ”ڪوڙي حيثيت ۽
ڪوڙي مرتبي جي ڪهڙي شناس؟“ پوءِ ٿهايت نراسائيءَ
واري نوع ۾ چيائين، ”جن اڳيان ان حيثيت ۽ مرتبي
کي پاڻ ئي ٽنگـــ، ڪجن، انهن مان ان جي شناس جي
اميد رکڻ ئي ناداني آهي.“

”مون تنهنجو مطلب نه سمجهيو.“

”تون پنهنجوئي ڪٺي مثال وٺ. جيڪـڏهن مان
تومان اها اميد رکان ته تون مون سان تر جـي هندن
مسلمانن جيان ادب ۽ عزت پريو ورتاءُ ڪندين ته اها
ناداني نه ٿيندي؟“

رام ڪلي چيو، ”ڳالهه کي وڌر ڏيڻ جي ڪوشش نه ڪر.
مان توکي تنهنجيچوڻ تي ’تون‘ ڪري سڏيندو آهيان.
باقي ٻيءَ طرح ڪڏهن ٻه مون اڪيلائيءَ يا ٻين اڳيان
اهڙي ڳالهه نه ڪئي آهي جنهن کي بي ادبي چئجي.
جيڪو بي ادبي نٿو ڪري سگهي سو بي عزتي ڪرڻ
جي جرئت ڪئن ڪندو؟ در اصل ڳالهه ٻي آهي...“

عثمان شطرنج جون ساريون سهيڙي وراندي ۾ نوار
جي کٽ چڪي رهيو هو.

شاهه هڪي سڏي چيو، ”عثمان، تون کٽ کي لڳي

وٺين. تڏي ملڪ روز پڙهڻ لاءِ رڳو مڪيءَ جو پٽ ئي لائق آهي ڇا؟ پيچ ڇڳا مڙس، شامونءَ کان برف جو پون ڏيڍ وٺي اچ."

عثمان چيو، "سائين، محرابپور واري گاڏي ڪٿي آئي آهي؟ رات ئي شامونءَ وٽ برف ڪانه هئي ته هينئر ڪٿان هوندس؟"

شاهه چيو، "پراڻي ڳوٺ ۾ نيپن وٽ ته ضرور هوندي. نه ته ٻ، اسٽيشن تي ڪرمونءَ وٽ ته برف جا گاڏا هوندا. ميان، توکان ته وڃڻ پڄي نٿو شايد..."

عثمان جتي پائڻ لڳو.

رام چيو، "مونکي گهر شايد ملڪ روز ملي نه سگهي. انجو اهو مطلب نه آهي ته مونکي ڪٿي ٻه ملڪ روز ضرور پيڻ کپي."

شاهه کلي چيو، "انکي چئبو آهي بي عزتي. مڪيءَ جو نڪتو پٽ توکي ناجائز طعنو هڻي ويو. تنهن جي ڪسر وري تون مونکي طعنو هڻڻ سان پوري ڪرڻ تو چاهين. واهه جي ادلي بدلي آهي!"

"شيوڪ کي اها ڄاڻ نه هوندي ته بازيگرن جي بستيءَ ۾ مونکي جيڪا مٺي، کير جهڙي لسي ملندي آهي تنهن سان سندس گهر جا ڏهه ملڪ روز به برميچي نه سگهندا."

"چڱي ياد ڏيارئي. تون اوڏانهن نه وڃي هن طرف ڪٿان هليو آئين؟ تنهنجا شاگرد تنهنجي راهه نهاريندا

هوندا. پر پيءُ ته درياهه ماٿر جي ڪناري تي انتظار جي هڪ هڪ گهڙي ورهيه ورهيه ڪري ڪاٽيندي هوندي." شاهه وڏو ٽهڪ ڏنو.

"آمان سمجهي ٿي ته مان پيءُ سان پيار ٿو ڪريان، اڳي پوءِ هن سان شادي ڪندس."

"۽ تون امڙ جي انديشي کي ڪوڙو ثابت ڪرڻ لاءِ فرض کان منهن موڙي مون وٽ هليو آيو آهين..."

"تون منهنجي ڪجهه نه ڪجهه ڪمائڻ جو بندوبست ڪر ته مان عمر ڪاريه کي جنبيو رهندس."

شاهه پڇيو، "ٻيمن وري توکي ڪجهه چيو ڇا؟"

"پاڻ مونکي ڪجهه نه چيو آهي. شايد امان کي اڻ سڌيءَ طرح چيو هجيس. امان رات جو ڪمائڻ لاءِ هٿ پير هڻڻ جو رينگت ڪيدي ويئي. چي — پاڻ سڄي عمر ته نڪمي پاڻ جي سار ڪين لهندو."

"امان صحيح ٿي چوي. پئسي بنا پرساد هرو ڏئي ٿي نه هٿ پر."

"تون به ٿو ائين چئين! آدرش پئسي کان وڌيڪ اهم آهي، گهٽ ۾ گهٽ مون لاءِ."

"تڏهن ئي ڪجهه نه ڪجهه ڪمائڻ جو توکي ڀوت سوار ٿيو آهي!" شاهه رام کي طعنو نٿي هنيو پوءِ به اهو جملو هنکي طعنو ٿي لڳو.

رام چيو، "توهان سڀ پاڳل ڪلو. پر توهان مان ڪير به مونکي منهنجي اپڻايل راهه تان ٿيڙي نه سگهندو.

ڪري سگهندو آهي...“

نيڪ اوڏيمهل مختيارڪار ڊنبلي سميت اوطاق اندر پيهي آيو. ڊنبلي ۾ جمعدار جانمحمد هو، ٻه پوليس وارا هئا، ڪوٽوال هو ۽ مکيءَ جو نکٽو پٽ شيوڪ هو.

شاهه اُٿي ٻيهي مختيارڪار سان هٿ ملايو ۽ چيو، ”ڀلي آيا.“ مختيارڪار سان آيل ڊنبلي مان شيوڪ کان سواءِ ٻين ڪورس آواز ۾ چيو، ”شاهه صاحب جو خير هجي!“

رام ويٺوئي رهيو.

شاهه ڪوٽار کي چيو، ”گلڻ ابا، موڙا ۽ ڪرسيون ته سيري وٺ. عثمان پراڻي ڳوٺ ويو آهي.“ پوءِ مختيارڪار کي چيائين، ”وهو نه! پاڻ تڪليف ورتو...“

مختيارڪار موڙي تي وهندي چيو، ”ڪمال جلباڻيءَ ڀل نه پياري آهي. هن جا ٻئي ڪيڏا آهن. اوهان جو حاضر هجڻ ضروري آهي نه ته اوهان چوندا منهنجي راڄ ۾ منهنجي چاڻ ڌاران دست اندازي ٿا ڪريو.“

ٽپيدار منهيءَ تي ويهي چيو، ”شاهه سائين، مان ٽن مهنن کان پوڙڪندو ٿو اچان. ٻه ٿي لڳا ته اوهانکي ٻه دانهون ڏني هيم.“

شاهه چيو، ”ٿوري مهلت ڏيوس. ٻور وڪڻي ڀل ڀري ڏيندو.“

مختيارڪار چيو، ”اوهان ضامن پئو. اسين هتان ئي ٿا واپس ورون.“

شاهه چيو، ”مان ضامن ڪونه پوندس. هاڻي تنا سمجهايو نس. هيئنو ڏهه ڏينهن تحمل کان ڪم ورتو نه چڱو.“

رام آهستي شاهه کي چيو، ”مان وڃان ٿو. رات جو وري ايندس.“

شاهه به آهستي ورائيو، ”عثمان آيو ڪي آيو...“

پر رام اٿي هلڻ لڳو. دروازي وٽ هو جو پهتو ته شيوڪ جو آواز ڪن پيس، ”ڀائي ملڪ روز نه پئي وڃ.“

رام جو منهن ٿامڙي هڻي ويو پر هو ڪن لاٿار ڪري ٻاهر نڪري ويو.

مختيارڪار پڇيو، ”ڪير هو؟“

جواب جانمحمد ڏنو، ”پيمن آهي نه، جنهن کي نئين گوٺ لاءِ تماڪ ۽ پڙگ جو ليسن مليل آهي. هيءُ هنجو پاءُ آهي.“

شيوڪ ٻوڪ چڙهيو، ”شانتينڪيتن مان بي. اي. پاس ڪري آيو آهي.“

مختيارڪار رائزني ڪئي، ”تڏهن ئي منجهس فضيلت جي ڪمي آهي.“

شاهه دل جو سور دلم ۾ ئي ڳالهه بدلائڻ جي لحاظ کان چيو، ”ڪمال وٽ ڦقايا ڪهڙي آهي؟“

تپيدار چيو، ”هڪ سؤ ايڪيهه روپيه نو آنا.“

”اها رقم نه ٻن ڏينهن مان وصول ٿي سگهيتي،“ شاهه چيو، ”ڪمال وٽ به ڏاند ۽ ٻي ڳائيون آهن. تنهنڪانسواءِ هڪ اُٺ به اٿس. او هان ناحق ڪٺي دل لاٿي آهي.“

مختيارڪار چيو، ”اوهان ذمو کڻو. اسان ڪمال سان ڳالهائيندا سين به ڪو نه.“

شاهه چيو، ”سر زمين تي هلي تا فيصلو ڪريون. ڪجهه وقت هٿ سفر جو ٿڪ پيو.“ پوءِ ان وچ آيل نندي پاءُ کي مخاطب ٿي چيائين، ”فتح علي شاهه، اندر چهرا ٻي ويا نه پڇرائي وٺ. ڪرپال جي گهران ڏهي به گهرائي وٺ.“

يڪايڪ تپيدار ٽلومل چيو، ”ڪمال پاڻ پيو اچي.“

جمعدار جانمحمد آکيو، ”قاضي فيض محمد به ساڻ اٿس.“

مختيارڪار آهستي چيو، ”ان جي هر ڳالهه ۾ ٽنگ اڙي پيئي آهي.“ پوءِ ڏانهس چيائين، ”اچو قاضي صاحب، اڄ ڪيس ڪو نه اٿو ڇا؟“

قاضي فيض محمد ڪلي چيو، ”ڪنڊياري ۾ ريزيڊنٽ ماجسٽريٽ وٽ شاهمحمد اڄيهي ڪيس هلائيندو. پاڻ کي نه اڄ هٿ اوهان اڳيان وڪالت ڪرڻي آهي.“

شاهه رام واري موڙي ڏانهن اشارو ڪري چيو، ”ويهه نه.“ پوءِ پيرين پوندڙ ڪمال کي چيائين، ”تو سرڪاري پل رهائي ڇو ڇڏي آهي؟“

فيض محمد موڙي تي ويهي کلي چيو، ”تون سرشتيداري پوءِ به ڪري تو سگهين. اول پاڻ کي ڪجهه ڪاراءِ پيار نه سهين.“

شاهه چيو ”ڪجهه ديرد مرجهل، سڀڪجهه ملندءِ...“

توهان مختيارڪار چيو، ”قاضي صاحب، سچ چوان؟ توهان جي آبادگارن کي مٽي چاڙهي ڇڏيو آهي.“
تپيدار چيو، ”هنن جي چرچ تي هرڪو ٽسينگ تي پيو آهي.“
ڪمال جلباڻيءَ تکي آواز ۾ چيو، ”اوهان نه چاهيو ٿا اوهان ظلم جي گهوڙي کي ڇوٽ ڇڏي بي انصافيءَ جا ليڪا لنگهي وڃو ۽ آبادگار غريب اُف به نه ڪن.“
مختيارڪار تلخ آواز ۾ چيو، ”هڪ طرف سرڪاري ڀل روڪي وٺو آهين ٻئي طرف ايڏي آڪڙ ٿا ڏيکارين؟“
فيض محمد چيو، ”هن جي آڪڙ حقي آهي. ڀل ٻستگيءَ ۾ غلطي هنجي آهي يا اوهانجي تپيدار جي؟ هن پر سال لاپي ڏيڻ کان انڪار ڪيو ته تپيدار هن سال جوئر جي فصل کي وڍڻ جو فصل ٻٽائي ڇڏيو...“
تپيدار چڙ مان چيو، ”اهو غلط آهي... سپروائيزر سر زمين تي چڪاس ڪئي هئي.“
مختيارڪار چيو، ”اوهان قاعديدان آهيو. اهڙي سنگين الزام لڳائڻ کان اڳ اڳ پوءِ جاچي ڏسڻ کپي. اوهان سپروائيزر ۽ تپيدار جهڙن جوابدار سرڪاري ملازمن تي اعتبار نه ڪري هن ڪميٽي تي ٿا وشواس ڪريو.“
فيض محمد بلند آواز ۾ چيو، ”هن کي ڪميٽو سڏڻ جو اڌڪار توهان کي ڪهڙي قاعدي هيٺ مليو آهي؟ اُهي هاري جن پوک ڪئي ۽ اُهي هاري جن انهنکي

لاباري ۾ مدد ڪئي، مان انهن سڀني کي ڪوڙو سمجهي
بن واسطيدار عملدارن کي سچو سمجهڻ لاءِ تيار نه آهيان.
اوهان اڄ کهڙي قاعدي پٽانـدڙ ڪمال جا ٻيڙ ضبط
ڪرڻ آيا آهيو؟ ٻيڙن ضبط ڪرڻ لاءِ ڊپٽي ڪليڪٽر
جي اختياري کپي. آهي اوهان وٽ اها اختياري؟ اوهانکي
اها ڄاڻ آهي ته ڪالهه مان پاڻ ڊپٽي ڪليڪٽر وٽ
ڪمال پاران پل بستگيءَ تي وري ويچار ڪرڻ لاءِ
عريضي وجهي آيو آهيان؟ توهان کي اها سڌ آهي ته
اوهان ان عريضيءَ جي نيڪال تائين ڪمال جو ڪجهه
به بگاڙي نٿا سگهو؟"

اوطاق ۾ سناٽو ڇانئجي ويو. مختيارڪار، جمعدار ۽
ٽپيدار جا چهرا پنو ڇڏي ويا. مختيارڪار پنهنجي طاقت
جمع ڪري چيو، "اوهان وٽ ان درخواست جي رسيد
آهي؟"

فيض محمد ٿنوليءَ پري لهجي ۾ چيو، "ايترو قاعديدان
مان ضرور آهيان. درخواست ڪجي ته رسيد ضرور وٺجي.
اوهانکي رسيد ڏسڻي آهي؟ منهنجي زبان تي اعتبار نه
آهي؟ مان به ته جوابدار فرد آهيان. وڪالت پاس
ڪئي اٿم، ۽ چار نمبر به منهنجي نالي ۾ آهن."

ڪنهن وٽان جواب نه ملندو ڏسي فيض محمد ڪلي
چيو، "ڪمال، جناب مختيارڪار صاحب کي رسيد ڏيکار.
قاعدو قاعدو آهي، ميان!"

ڪمال پٽڪي مان رسيد ڇوڙي مختيارڪار اڳيان

۽ ڪڙهندڙ هرديءَ سان پهرين ڇهري ۽ ڪڙهندڙ هردي سان
وڌائي. مختيارڪار پيلي ڇهري ۽ موٽائي ڏني. پوءِ ڦڪي
رسيد ورتي. اها ڏني، پڙهي ۽ موٽائي ڏني. پوءِ ڦڪي
رسيد ورتي. ”شاهه صاحب، ڇهرن
مرڪ مرڪي شاهه کي چيائين،
پوين ڏير ڪئي؟“ شاهه، جو دل ئي دل ۾ فيض محمد
جي، پرد باري ۽ جرئت تي فخر محسوس ڪري رهيو هو،
چيو، ”فتح علي شاهه شايد وڏي ڪٽراڳـ ڪي وڃي لڳو
آهي. هن کي فيضوءَ جي اچڻ جي ڪڙڪ پئجي ويئي تي
ڏسجي.“

مختيارڪار فيض محمد ڌانهن منهن ڪري چيو،
”اوهان کي خاطري آهي ته ڊپٽي صاحب ڪمال جي
حق ۾ فيصلو ڪندو؟“

فيض محمد سنجيدگيءَ سان وراڻيو، ”مان بخوبيءَ ڄاڻان ٿو
ته عملدار شاهيءَ جي وقار برقرار رکڻ لاءِ ڊپٽي ڪليڪٽر
مختيارڪار جو ۽ ڪليڪٽر ڊپٽي ڪليڪٽر جو فيصلو مٽي
ڪندو آهي، ڪمال جي ڪيس ۾ به شايد ائين ئي ٿئي.
مونکي صرف هڪ خاطري آهي. مون انصاف جو طرف
پڪڙيو آهي ۽... ۽ انصاف لاءِ لڙڻ، آءٌ، ٿورو ڪي
گهٽ سمجهي ويو آهيان.“

اوڏي مهل عثمان کي برف سان اوطاق جي صفحي
اندر گهڙندو ڏسي، شاهه چيو، ”ميان، ڏاڍي اوير ڪيئه.
هاڻي سيگهه ڪر. ان کي بوري ۾ ويڙهي رکـ، ۽
اندر وڃي اول ڇهرا پوويا آڻ.“

ان بعد ڪمال جي پيل ۽ درخواست بابت ڪا خاص

ڳالهه ٻولهه نه ٿي. البت شاهه جي اوطاق ڇڏڻ کان اڳ، مختيارڪار شاهه کي پاسيرو وٺي ڪجهه وقت گفتگو ڪئي.

مختيارڪار جي اٿالي جي ڪوچ ڪرڻ بعد ڪمال به فيض محمد ۽ شاهه کان موڪلائي هليو ويو.

شاهه فيض محمد کي چيو، "تنهنجي جگر کي شاباس آهي. هڪ تون ئي آهين جو هنن عملدارن جو نڪ مان ور لاهي سگهين ٿو."

فيض محمد کلي چيو، "رڳو عملدارن جو ڇو؟ اوهان زميندار به منهنجي اک ۾ آهيو."

"مونکي ڳڻتي ڪانهي،" شاهه چيو، "مان اول ئي هر ڳالهه تنهنجي صلاح پٽاندر ڪرڻ تي هري ويو آهيان. خبر اٿيئي مختيارڪار ڇا چيو؟ چي، فيض محمد تنهنجو دوست آهي. مونکي تنهنجو خيال ٿو پوي نه، ته ڪمال کان اڳ، فيض محمد کي سؤ ڏهين قلم ۾ جهلائڻ..."

فيض محمد شاهه کي جملو پورو ڪرڻ نه ڏنو. کلي چيائين، "زميندارن کان مون خلاف شڪايت ڪرائڻ آسان آهي، پر ان شڪايت تي عمل ڪندي مون خلاف ڪارروائي ڪرڻ ناممڪن نه ته مشڪل ضرور آهي. مان نه چاهيانئو، مون خلاف ڪارروائي ڪئي وڃي. اُها هارين ۾ وڏيڪ سجاڳي آڻيندي..."

شاهه چيو، "وري چوڻ لڳو، 'تون فيض محمد تي زور ڀار آڻ ۽ ڪيس درخواست واپس وٺڻ لاءِ مڃاءِ نه ته...'"

"نه ته ڇا؟ منهنجي ٻدران توکي ڏيک ۾ وجهائيندو؟"

”اها جريت ڪليڪٽر پر نہ آهي. اڃا الهہ بخش جي مستري زنده آهي. تنهن کان سواءِ ٽو جهڙو دلاور بہ منهنجو دوست آهي. هن مونکي ڏيل جي معافيءَ بہ سختي ڪرڻ جو ڏڙڪو ڏنو آهي.“

”شاهہ صاحب، اهو تہ ابتدائي عشق آهي. مون سان دوستي نباهيندي گهڻو ڪي سهڻو پوندءِ.“

”مان هر طرح تيار آهيان،“ شاهہ محڪم ارادي سان چيو، ”تون پنهنجي راهہ تي ثابت قدم رهہ. مان بيو نہ تہ بہ اخلاقي مدد کان نہ ويندس.“ پوءِ عثمان کي چيائين، ”بہ ٿڌي لسيءَ جا گلاس تہ ڏاهي وٺ. ملڪ روز پياس بجهائڻ عيوض خشڪي وڌائي آهي.“

فيض محمد چيو، ”رام جو ڪهڙو حال آهي؟ بازيگرن ءِ ڳوٺ جي وڏن کي پاڙهيندو اچي يا سندس اُساهہ ڍلو پئجي ويو؟“

”پاڙهيندو تہ اچي ٿو پر هن اڳيان هڪ بيو مسئلو منهن ڪڍي بيٺو آهي. هو ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪمائي پاءَ جي دست اندازيءَ کان آجو ٿيڻ ٿو چاهي.“

”خيال نيڪ آهي. مون سان بہ شرڪت هاري ڪاميٽيءَ ۾ ڪم ڪري تہ ڪاڏي پيٽي جي چنتا کان آجو ٿي سگهيٿو.“

”چئين تہ هينئر ئي ماڻهو موڪلي گهرائي وٺانس.“

”هينئر نہ،“ فيض محمد چيو، ”هينئر مونکي نوشهري وڃڻو آهي، پير قربان عليءَ سان گڏيري وارڻ

هاربن جي مطالبن لاءِ پڇڻو اٿم. مان اڄ رات جو ٻه ٽي
سپاهي رات جو هٿ موٽي ايندس. پوءِ رام سان دل کولي
ڳالهائيندس. هن جي ڪم کي رٿا ۽ مقصد هجڻ کپي.
صرف آدرش پسنديءَ سان وڏيڪ وقت ڪم نه هلندو.
بازيگرن ۽ ٻين وڏيءَ عمر وارن کي پڙهائڻ ڪانسواءِ، هو
مون سان هاري ڪاميٽيءَ جي ڪم ۾ تعاون ڪري ته ڪهڙو
نه سٺو ٿي پوي."

عثمان لسيءَ جا ٻه گلاس کڻي آيو.

فيض محمد هڪ گلاس وٺي آهستي آهستي پيڻ
لڳو. گلاس خالي ڪري عثمان کي ڏنائين. پوءِ اُٿي کڙو
ٿيو. شاهه ٻه دروازي تائين سندس پٺيان آيو.

فيض محمد پنهنجي سائيڪل جي پئڊل تي پير
رکندي چيو، "وري گڏباسين." ۽ لانگ ورائي سائيڪل
تي چڙهي ويٺو. سائيڪل اڳتي وڌي ويئي.

شاهه اوطاق اندر موٽندي دل ۾ دل ۾ چيو، "دوست،
منهنجون دعائون توسان آهن. شل تون پنهنجي شاندار
مقصد ۾ ڪامياب ٿين!"

(۴)

پريمي دربيلي مائيندر جي ڪچيءَ پل تي ويهي ٽنگون
لڙڪائي واقعي رام جو انتظار ڪري رهي هئي...

رام کي ايندو ڏسي هوءَ اُٿي کڙي ٿي ۽ چيائين،
"ڏاڍي دير ڪيئه...!"

رام خاموش پل تان اڳتي وڌي ويو ۽ پٺيان نهارڻ

ڏاران چيائين، "اَچ..."

پريمي ڪجهه وقت چپ ويٺي رهي؛ پوءِ هوريءَ
جيان چال ماري پل تان ٽڪري ٽڪري هيٺ لٿي؛
بازيگرن جي بستيءَ ڏانهن ويندڙ ڪچي پيچري تي
پهچي رام جو اڳ، جهلي چيائين، "اول تون ٻڌاءِ، تون
پريشان ڇو آهين؟"

رام جذبي ڀريل آواز ۾ چيو، "پري ٿيءُ. هو منهنجو
انتظار ڪندا هوندا."

پريميءَ ٻانوليءَ وانگر ٺهڪ ڏئي چيو، "هو تنهنجو
انتظار ڪندا هوندا! تون اڃا گلي پيو آهين، نه نه
اسان مان پڙهڻ جو اونو ڪنهن کي به ڪونهي."

رام انتظاريءَ مان پڇيو، "توکي به نه؟"

پريميءَ رام جي رڪاوت نه ٻڌي رام سان گڏ هلندي
چيو، "مان گلاب دادا جيان لکڻ پڙهڻ کي شيطان جي
سکيا نٿي سڏيان. باقي لکڻ پڙهڻ لاءِ چاهه مونکي به
ڪونهي."

"پوءِ تون منهنجو انتظار ڇو ڪندي آهين؟"

پريميءَ هن جو هٿ پڪڙي، هن کي ٻيهاري،
هن جي اکين ۾ اکيون وجهي مرڪي پڇيو، "تون ئي ٻڌاءِ،
مان تنهنجو انتظار ڇو ڪندي آهيان؟"

رام اکيون جهڪائي، هٿ ڇڏائي، اڳتي وڌندي
چيو، "امان، خبر اٿيئي، ڇا ٿي سمجهي؟"

پريميءَ وري هن جو هٿ پڪڙي چيو، "ڇا ٿي سمجهي؟

ٻڌاءِ نہ...“

رام هٿ ڇڏائڻ جي ڪوشش، نہ ڪئي. هن سان گڏ هڪ ئي وقت واڻر ڪورس ٻُڌندي چيائين، ”اول هلي پڙهہ. موٽندي ٻڌائيندو سانءِ.“

ٻئيءَ مومل واڻر ڪورس جي هن پڙ ڪپڙا سنڀندي وڻ تي چڙهي طوطنيءَ جي ٽاڙ ۾ لڳل گلاب کي چيو، ”مٺو ماستر آيو اٿيئي...“

گلاب هڪ ٽاري پڇي رام جي اڳيان ڦٽي ڪندي چيو، ”پاڻ ماڻهو هن شيطان جي پهچ کان پري آهيون.“

پريميءَ چيو، ”ٻڌاءِ؟“

رام بازيگرن جي ٻستيءَ جي ڪـڙهہ لاهيندي چيو، ”جنهن ماڻهوءَ چاشني چکي نہ آهي تنهنکي چاشنيءَ جي چشڪي جي کهڙي خبر؟“

ٻستيءَ مان موتي اڳتي وڌي آيو. چيائين، ”سائين، دير سان آيا آهيو. مان ڪڏهن کان سليٽ پين کڻي وينو آهيان.“

رام آهستگيءَ سان پريميءَ کي چيو، ”گلاب کي نہ سواد آيو نہ موتيءَ جيان سليٽ کڻي پيو ڦـرندو. سوال آهي، هن ۾ سواد جو ساءُ ڪئن پيدا ڪجي؟“

چنبيلي پريميءَ ڏانهن ڊوڙي آئي ۽ هن جي ڪن وٽ منهن رکي ڏاڍيان چيائين، ”ماستر کي گهران پڪڙي وٺي آئينءَ، ڪئن؟“

پريميءَ کلي چيو، ”گهران نہ، سونهينءَ (دربيلي مائنر)

جي ڪنني لاءِ. هو هن طرف نه اچي پراڻي ڳوٺ ڏانهن ئي پڄي ويو؟"

رام پريميءَ ڏانهن نهاري سنجيدگيءَ سان چيو، "ڪوڙ ڇڙهي ۾ به نه ڳالهائڻ کپي." وري چنبيليءَ کي چيائين، "سليٽ قلم نه کڻي اچ."

چنبيليءَ چنچلتا سان چيو، "مان ڪا نه ايندس. گهڻو چوي ٿو، 'ماستر وٽ جادو آهي. تون به پريميءَ جيان سندس پٺيان پيئي ڦرندينءَ.'"

موتيءَ چيو، "گهڻي ڪي چئينس دلچاءِ ڪري. ماستر جو جادو ڪنوارين تي ئي هلندو آهي."

پريميءَ چيو، "مون هڪ ئي هن کي تنگ ڪيو آهي. ماڻهو هوندو ته ٻيءَ تي جادو نه هلائيندو."

ماستر کي آيو ڏسي ڇوڪرن ڇوڪرين جو ميڙاڪو مڙي ويو هو. رام هنن کي چيو، "اڇو ٻارو! اڳيئي اوير ٿي ويئي آهي." هو پريميءَ جي جهوپڙيءَ ڏانهن وڌيو.

ٻن اڍائي ڪلاڪن کان پوءِ رام بازيگرن جي بستيءَ مان نڪري در ٻيلي مائينر ڏانهن ٿي وڌيو ته پريميءَ هن جو هٿ پڪڙي پٺيان ڇڪيندي چيو، "هل نه اسٽيشن تي هلون."

رام پڇيو، "اسٽيشن تي ڇا هي؟"

"اسٽيشن جي هن پاسي هلي ٿا ٻير چونديون."

"توکي پيڙ وڃڻو ناهي؟"

"مون پيڙ ڇڏي ڏنو آهي..."

"ڪڏهن ڪان؟"

"اڄ ڏينهن ڪان."

"ڇو؟"

"ماڻهو تنهنجو نالو وٺي طعنا ٿا هڻن."

رام سٽيشن طرف وڌندي چيو، "صرف طعنن ڪان ڊڄڻ لاءِ پڙهڻ ڇڏي ڏنئه؟"

پريميءَ آهستي چيو، "هاڻ مونکي پڙهڻ سٺو نٿو لڳي."

ٻئي موهل واٽرڪورس ۾ ٽڙڳندي ويچارا ڪيئندي چيو، "پڙهڻ سٺو نٿو لڳي... مٿي ماسٽر سان رلڻ پنڻ، ٻيو چوڻ سٺو ٿو لڳيئي؟"

پريميءَ تکي آواز ۾ چيو، "ٻئي ٻانيءَ، چپ ڪر نه واٽرڪورس ۾ ٻوڙي نه ماريانءِ.." هوءَ رام سان گڏ اڳتي وڌي ويئي.

رام هن جي همت کي زور ڏيندي چيو، "ايڏو غصو نيڪ نه آهي. ڪاوڙ ڇڏ نه ته مان توسان ملڻ ڇڏي ڏيندس."

پريميءَ آواز کي نرم ڪندي چيو، "مٿيءَ مونکي توسان گهمڻ ڦرڻ جو طعنو ڇو ڏنو؟"

"چونڊڙن کي ڪا ڄاڻ؟"

ڪجهه وقت چپ چاپ رام سان گڏ هلڻ بعد پريميءَ ڌيمي آواز ۾ پڇيو، "تو وٽ سچ پچ جادو آهي؟"

رام مرڪي چيو، "تولي ۽ چنبيليءَ جي مٽس گهڻي

جي ڇوڪ جو اثر پيو ڇا؟"

ڀريءَ چيو، "مان گھڻي ڀيري جي ڇوڪ تي وسهڻ واري ڪا نہ آهيان. مان پنھنجي آزمٽي (آزمودي) مان تي چوان ٿي تہ توت مڙيوئي ڪو جادو آهي."

"ثابتي؟"

"ثابتي اِها تہ مان سچ پچ تنھنجي پنيان ڇيلي تي قران تي. تون زوريءَ سونھينءَ جي ھن ير ويندو آهين تہ مان هين پٺن ۾ تنھنجي لاءِ ويڳاڻي تي ڦرندي آهيان. اها ئي ثابتي آهي تہ تو مون تي ڪامڻ وڌا آهن."

"ڇري، جادو هٿ جـي چالاڪي آهي ۽ ڪامڻ فقط من جو ڀرم آهي..."

"پوءِ ڀلا مونکي سچو ڏينهن تنھنجي تنوار ڇو آهي؟"

"چاڪاڻ تہ مان بہ هروقت توکي سارينديو آهيان."

"تون مونکي ڇو سارينديو آهين؟"

رام گھڙي کن خاموش رهڻ بعد چيو، "مان توکي سارينديو آهيان چاڪاڻ تہ تون سٺي آهين."

ڀريءَ وڏو ٽهڪ ڏنو ۽ چيو، "سٺي! ابو چوندو آهي تہ مون تو جهڙي ڪني ڇوڪري ڪانہ ڏٺي آهي. امان مونکي ڇهڙ ياڻي سڏيندي آهي. تون بہ مونکي اڳــ، ميري گدلي سمجهندو هئين."

"هاڻ تہ تون روز وهنجندي آهين، ڏوڙل ڪپڙا پائيندي آهين."

"تـون مونکي روز وهنجڻ ۽ ڏوتل ڪپڙن پائڻ

ڪري ياد ڪندو آهين؟"

رام کو جواب ڏئي تنهن کان اڳ، پريان ڪرموءَ جو آواز آيو، "رام يار، منهنجي ٽاڊل ٿي سڏيئي."

رام ڪرموءَ کان نظرون ڦيرائي سانگي ٿي پريميءَ کي سٽيشن جي گيٽ وٽان نه، پليٽ فارم جي ڇيڙي وٽان ريل جي پٽن ڏانهن وٺي ٿي ويو. ڪرموءَ جو آواز ٻڌي ٻيهي رهيو ۽ پريميءَ کان پڇيائين، "ٽاڊل پيئندين؟"

"هن مٽي جي ٽاڊل ڏاڍي سٺي ٿيندي آهي."

رام ڪرموءَ جي اسٽال ڏانهن وڌندي چيو، "تنهنجي معدي لوڪي پيٽي آهي."

"تون پيئندين نه مان به پيئندس." هوءَ رام سان گڏ هلڻ لڳي.

رام هنجو هٿ ڇڏي ڏنو. پريميءَ دکي آواز ۾ چيو، "هن مٽي کان ڊڄين ٿو؟"

رام نه جواب ڏنو، نه هنجو هٿ پڪڙيو. ٻئي ڪرموءَ جي سٽال ڏانهن وڌاندا هليا.

ڪرموءَ چيو، "ايڏانهن لڪي ڪيڏانهن ٿي وڃين؟"

ڪرموءَ جي سٽال تي پوليس وارو محمد بخش ويٺو هو. هن شرارتي نگاهون پريميءَ تي کپائي چيو، "پريميءَ کي ڪنهن نويڪلي هنڌ تي وٺي وڃي کو نٿون پاڻ پاڙهيندو هوندو."

محمد بخش وري رام ڏانهن نهاريو. هن جي منهن ۾ گهنڊ پيل ڏسي، محمد بخش کي علي اڪبر شاهه جو ڊپ وکوڙي ويو. مرڪڻ جي ڪوشش ڪندي چيائين، "ديوان، مون ته چرچو ٿي ڪيو." رام جي منهن ۾ گهنڊ برقرار ڏسي هو ٽاڊل جو گلاس هڪ ڳيت سان پي بڪنگ آفيس ڏانهن وڌي ويو.

ڪرمونءَ ٽاڊل جو هڪ گلاس ٺاهي، رام ڏانهن وڌائي چيو، "تون روز بازيگرن جي بستيءَ تائين ته ايندو رهين ٿو. ڪڏهن سڏ پنڌ ڪري هت به ايندو ڪر. ننڍپڻ جا لنگوٽيا يار آهيون..."

رام گلاس وٺي پريميءَ ڏانهن وڌايو.

ڪرمونءَ چيو، "اهو ته مون تو لاءِ ٺاهيو هو..."

پريميءَ پڙيءَ جي ور مان پياني ڪڍي ڪرمونءَ اڳيان ڦٽي ڪري چيو، "پيو به ٺاهه. شربت جا ستي وجهج. هيءُ ڦڪو آهي. هن ۾ به ٿورو شربت وجهه."

رام جي دل فخر وچان ٻيڻي ٿي ويئي. ڪرمون ڏک ساٺائي نه سگهيو. چيائين، "اڄ ڪلهه بازيگرن جي ڪمائي وڌيل ٿي ڏسجي..."

پورڻ سومن چيو، "روز روز جو ڪاٽ ٽاٽ ٿا لڳن سو چوريءَ جو مال بازيگرن جي بستيءَ ۾ ئي ته جمع ٿيندو ٿو وڃي نه."

پريميءَ ڪڙي آواز ۾ چيو، "تنهنجي گهر ڪي نه ڪاٽ نه هڻيو اٿون؟"

پورڻر چيو، "مون غريب وٽ آهي ڇا؟ ٻه وٽا، ٽين ٽڏي. مونکي ڪاٽ هڻڻ مان ڇا ملندو؟"

پريميءَ اڃا به تکي آواز ۾ چيو، "نه پوءِ ايڏي ٻڙ ٻڙ ڇو ٿو ڪرين؟"

پورڻر چپ ٿي ويو. ڪرمونءَ چيو، "ڇٽ ٻڙهيو، الله اڙيو. رام، تون جنم به ڪن پٺيان ٿو وڃائين؟"

جواب پريميءَ ڏنو، "تون ڇو ٿو سڙين؟" پوءِ رام جي هٿ مان خالي گلاس وٺي تختي تي ڦٽو ڪري رام جو هٿ پڪڙي چيائين، "هل!"

رام پريميءَ پٺيان ڇڪبو ويو.

ٻئي سٽيشن جي پرئين ڇيڙي ڏانهن وڌندا ويا.

پٺيان پورڻر سومن جو آواز آيو، "ڪنهن نه ڪنهن ڏينهن اها بازيگرياڻي ڇوڪري پيمن جي پاڄائي ٻڌجي ويندي؛ ڪئن ڪرمون، مان سچ ٿو چوان نه؟"

ڪرمونءَ وراڻيو، "تون به زورآور آهين. پڙهيل ڳڙهيل جو عشق بغل ۾ دٻائڻ ٿائين. ڇوري ٿوڙ ٿائين نصيب ٿيندي ته مون جهڙن حريفن کي، جن جو زر ڦينڪ تماشا ڏيک، چوٽيءَ ۾ پروسو آهي. باقي شادي ته هن سان نه ڪلڪتي مان ڏگهري وٺي آيل رام ڪندو، نه مان ڪندس. نه وري هيءَ ان جي ڇڙيا شاديءَ جي جهنجٽ ۾ ڦاسڻ واري آهي."

رام جو منهن ڳاڙهن مرچن ۽ پريميءَ جو چهرو ڄمونءَ جهڙو بڻجي ويو. ڳاڙهن مرچن جي ڪڙاڻ سفيد پوش

ذهنيت ۾ ڊبل رهي، باقي جهون رنگ ٻڙڪي اٿيو.
پريميءَ نهايت نفرت انگيز لهجي ۾ چيو، ”مئا، پنهنجي
ڪا پرک پاڄائي اٿو؟ مان اڪيلي هجان، پوءِ زبان هلايو.
اها زبان نه پٽي ڪيائو ته منهنجو نالو مٽائي ڇڏجو...“
رام پنهنجي نفرت ۽ غصي جي جذبن تي مڪمل
قبضو ڪري ورتو هو. پريميءَ کي تاڙڻ جي لحاظ کان
چيائين، ”ڪهڙو نالو رکينءَ؟“
پريميءَ ڦڙڪندڙ چپن سان چيو، ”مٽن کي تنهنجي
هوندي ايڏي هشمت ٿي. نه، نه ڪو بازيگر ڇوريءَ
سان چرچو ڪري ۽ هن جي چمات نه چکي؟“
رام جي زبان تي آيو، ”چرچي تي لاشڪ بازيگر
ڇوري چمات هڻندي پر ناٽي جي چمڪ لئي سڀ
ڪجهه...“ اتيئي زبان تي آيس، ”ان بازيگر ڇوريءَ
جو ڪهڙو ڏوهه؟ ڏوهه ته هن جي غريبيءَ، جهاليت ۽
ناٽي جي ملهه جو آهي نه...؟“
”تون ناراض ٿي وئين؟“ پريميءَ هن جي ٻانهن کي
ٻنهي هٿن سان ڌونڌاڙيندي چيو.
”ڇا لاءِ؟“
پريميءَ هن جي هٿ ۾ هٿ وجهي هن کي اڳتي
وٺي ويندي چيو، ”مون تنهنجي واٽين کي گاريون
ڏنيون.“
رام مرڪي چيو، ”تو ته دل جو ٻخار هلڪو ڪيو،
هڪ ڪري چڱوئي ڪيئه. دماغ کجلائڻ کان زبان هلائڻ

بهتر آهي.“ وري کلي چيائين، ”رات منهنجي ماءُ ڇا چيو؟ ٻڌايانءِ؟“

”ٻڌاءِ، تو اڳيرون چيو پوءِ ٻڌائيندو سانءِ.“

”امان سمجهي ٿي ته مان توسان شادي ڪندس.“

”سچ!“ پريميءَ جو چهرو ٻهڪي اٿيو. اٿيءَ گهنگهور گهٽائن هنجي ڇهري ڪي سسائي ڇڏيو. چيائين، ”بازيگرن جي بستيءَ کان ٻاهر وهانءِ ڪرڻ جي ڳالهه ڪريان ته ابو اقت ماري وجهي. گلاب دادا، گهنو، شامون ۽ ٻيا مڙ سالو نوڻن سان منهنجو ميڄالو ڇٽي ڇڏين...“

رام سوچي رهيو هو، ”تنهنجو ابو، گلاب دادا ۽ گهنو وغيره پيسي جي لالچ ۽ شاهه جي ڏڙڪي تاب لي مڃي ٿي ويندا. منهنجو پاءُ ۽ منهنجي ماءُ... هو نه منهنجي دلي اُمنگن جي پرواهه ڪندا نه منهنجي ويچارن تي ويچائيندا. هنن کي ته بس ڪل جي عزت جوئي اونو پيارو آهي...“

پريميءَ رام جي چپ جو پيو ڪارڻ ٿي سمجهيو. چيائين، ”مان توڙ تائين توسان سچي رهنديس. بستيءَ وارن جون مارون کائينديس، نٿين ۽ پراڻي ڳوٺ وارن جا ويڻ سهنديس، مان توسان بي وفائي نه ڪنديس.“

رام ڪلي چيو، ”شادي، خبر اٿيئي، ڇا کي چئبو آهي؟“

”ڪير پيئيندڙ ڪڪڙي آهيان نه، جو خبر ڪا نه هوندي ام! شادين تي لاڏا ڪا نه ڳائيندي آهيان؟ ڇبيلي

۽ گهڻي جي پاڻ ۾ شادي ڪيل ڪا لهي؟... ڇندبلي گهڻي
جي مار سهندي آهي، مان ڪا نه سهندي پسان ۽... پر
تون مونکي مار پيندين ئي ڪونه، اها مونکي سورنهن
آنا پڪ آهي.“

”مان ڇو ڪونه مار پيندس توکي؟“

”تون پڙهيل ڳڙهيل آهين؛ تنهن ڪانسواءِ گهڻو دارون
جا ڊانگ ليٽائي پهڻجو هوش وڃائي وهندو آهي.“

رام پنيان نهار پيندي رڙ ڪئي، ”پيرن جا وڻ پٺتي
ڇڏي آياسون. هل ته موٽي هلون.“ رام پوئتي موٽڻ لڳو.

پريميءَ هنکي اڳتي ڇڪي ڇيو، ”پٺتي قدم رکڻ
ڪم ڳانڊن جو آهي. تون مان ڳانڊو ٿورو ئي آهيون.“

رام جي دماغ ۾ پڙاڏو ٿيو، ’پٺتي قدم رکڻ ڪم
ڳانڊن جو آهي... مونکي هن سان گڏ اڳتي وڌڻو ئي
پوندو؟ پاڻو، آمان ۽ ڀين جي پراڻن ويچارن جو مقابلو
ڪرڻو ئي پوندو؟...‘

پريميءَ پاڻ سان گڏ رام کي اڳتي وٺي ويندي چيو،
”پيرون پڇي ڪونه ويندين. سپاٽي نه نه پر پنهن،
پر پنهن نه نه ار پنهن وري ايندا سين...“

”اڄ ڪيڏانهن هلون؟“

”ملڪ مولي جو وڏو ميو آهي...“

”ڪا ئڻ پيڻ جو ڪهڙو بندو بست ٿيندو؟“ رام گويا
اڄ ئي پريميءَ کي جيون پٿ جو همراهي بڻائي رهيو هو.
پريميءَ ان اهڙي نوع ۾ وراڻيو، ”منهنجي هوندي

توکي ڪاڏي پيٽ جي ڪهڙي ڳڻتي؟ بازيگر چوري پيٽ سکهندي آهي، چوري ڪري سکهندي آهي..."

رام هلڪي اڌ ۾ ڪٿي چيو، "توکي خبر آهي ته مان پنڻ ۽ چوري ڪرڻ- ٻنهي جي خلاف آهيان."

پوءِ چيائين، "باقي مان محنت ڪرڻ جي فائدي ۾ آهيان."

پريميءَ ٿهه پهه اُتر ڏنو، "ان ۾ به مان توکان ڏاڍي آهيان. ياد اٿيئي، تنهن ڏينهن تون اَڌ مڻ جي پچري به نه پيو ڪڍي سگهين..."

"۽ تون منهنجي مڻ واري پچري سولائيءَ سان ڪڍي ويئي هئينءَ،" رام ڪلندي هنجو اڌورو جملو پورو ڪيو.

"مان نيٺ به بازيگر چوري آهيان..."

"چري، مان اڄ جي ڳالهه تو ڪريان،" رام گويا سپن- سنسار مان سڄاڳ ٿيندي چيو، اڄ اسين ڇا کائينداسين؟ ڳوٺ ته ڪافي پنتي رهجي ويو..."

"برپٽ ۾ ڪين آهيون. سڌ پنڌ تي ڪلهوڙن جو ڳوٺ آهي..."

"اُتي ته اسانجو ڪيرو وارو سليمان ڪلهوڙو به رهندو آهي..."

"اُن مٺي جي منهن تي نه چڙهنداسين. مٺو نٺين براٽي ڳوٺ ۾ بدنام ڪندو ته ڌرتيءَ جو..."

"هن پاسي راڇوءَ جو باغ به ته آهي..."

"راڇوءَ جو بيلي رمضو انب به ڏيندو، گجرون به ڏيندو پر..." هوءَ يڪا يڪ چپ ٿي ويئي.

رام پڇيو، ”پر ڇا؟“

پريميءَ ڄڻ ڳالهه ٺاهي ڇڏي. ”مون ڏٺو آهي ماڻهو هر وقت اکيون
پيا هڻندا آهن، اشارا ڪندا آهن، ڪي ڪي گندا چرچا ڪندا آهن. سڀ مرد ماڻهو
بي شرم آهن...“

رام مرڪي پڇيو، ”مان به؟“

پريمي ڪنهن گهري سوچ ۽ ويچار ۾ پئجي ويئي هئي.
ڪو جواب نه ڏنائين.

رام سوال دهرايو، ”ڇو، مان به بي شرم آهيان؟“

پريميءَ اڃا به ڪو اتر نه ڏنو.

رام پڻ پڻ ڪندي چيو، ”شايد. ڪنهن نينگريءَ
جو هٿ پڪڙي، دنيا کان ٻاهر، اهو ڇڏي ڏيڻ..
اها ته حد بي شرمائي ٿيندي...“

يڪايڪ پريميءَ عجيب ٺهڪ ڏنو ۽ چيو، ”تون
منهنجو هٿ ڇڏي به ڏس. چماٽ هڻي ڪيدانءِ...“

رام هٿ ڇڏائي چيو، ”هڻ چماٽ... هڻ نه. اڄ ٿي
اچي ٿي وڃون... هڻ نه...“ رام جي سموري ڳالهه
جو ٻاٽ، ’هڻ نه‘ انهن ٻن لفظن ۾ سمٽجي لڳي هئي.

پريميءَ رنڀار ڪي آواز ۾ چيو، ”تو منهنجو هٿ
ڇڏي ڏنو!“ وري اکين ۾ پنهنجي سموري نفرت
سهيڙي چيائين، ”گانڌو!“ پوءِ هرڻيءَ وانگر ڇال
ماري سٽيشن طرف ڊوڙي.

رام جا قدم ڏرتيءَ سان ڄڄهي ويا. ”گانڌو!
گانڌو!...“ لفظ هنجي ڏهلڙين ٿي منڊڪن جيان وڄڻ

لڳا، وايو منڊل ۾ "ڳانڊوا ڳانڊوا..." لفظن جي بارش وسڻ لڳي. رام جا هٿ بي اختيار ڪنن ڏانهن کڄي ويا. ڪنن جي پردن بعد به "ڳانڊوا ڳانڊوا" لفظن جو شور قائم رهيو.

( ٥ )

"چوري چناڻي پڳي تي ڏسجي!" پوليس واري محمد بخش چيو.

"پڙهيل ڳڙهيل جوان، چوريءَ جي بغل ۾ پڪوڙن کان وڌيڪ خواهش ڪئي تي ڏسجي،" ڪرمونءَ آکيو.

"ديوان مفت ۾ بهشت جو در ڪڙڪايو هوندو،" پورڻو سومن سر ۾ سر وتايو.

"ذرا بچڪي، اڳيان جهاڪو اٿيئي!" ڳوٺ جي چوڌري ڪنڌڙ موليڏني سٽيشن کان نڪتل ڳوٺ طرف ايندي رڙ ڪئي.

"هيسيل هرڻي کهڙي شڪاريءَ کي گوهي ڏيندي ٻوڙندي ٿي اچي؟" شاعر مزاج شنڪر ڏرنتيءَ جو دربيلي مانئر جي ڪننيءَ تي قدرت جي ڪمال جو لطف ماڻي وڏي واڪي ڀاڻ کان پڇيو.

"هيءَ ڀلي ڪنهن تي ڪڙڪڻ واري آهي؟" ٻڍيءَ مومل پنهنجي جهوپڙيءَ ٻاهران ڇڄ کي ڇنڊڪو ڏيندي چيو.

پريمي پنهنجي سرت ۾ ڪا نه هئي نه نه هوءَ هرهڪ ٻڪ اُڇليندڙ سان الڳ، ۽ سيني جي گڏيل

مقابلي سان ڍڪي سڙ پهڻ لائق هئي. سڄي ڳالهه ر
اها هئي ته نه هن جي اکين ڪجهه ڏٺو، نه ڪنن ڪجهه
ٻڌو- هنجي ذهن ۾ بس هڪ لنوار هئي، "تو منهنجو
هٿ ڇڏي ڏنو؟"

پريمي جهول ڪٿ ٿي ڪري- پريشان حال ۾ پريشان هوندو
ڪٽي. يڪايڪ هنجي اکين مان گونگا ڳوڙها وهي هليا.

ماءُ ڏيءُ جي پرسان آئي. ڪجهه وقت چپ چاپ
ويٺي ڏسندي رهي. پوءِ جهوپڙيءَ کان ٻاهر نڪري،
ڏاس مان نوڙيون ونيندڙ مڙس کي چيائين، "ڪٿي
ماستر..." ڪرمن ٿي هٿ هٽي رڙ ڪيائين، "گجب
ٿي ويو!"

پريميءَ جو پيءُ ڏاس ۾ نوڙيءَ جو ويڙهو ڦٽو ڪري
گهڙي آئيو، "ماستر جي اها همت... منهنجي لٺ نه
ڪٽي وٺ."

گلاب دادا ورڻ هيٺان گهني سان ٿپڻ راند ڪري
ڪري رهيو هو. هن نفرت مان چيو، "مان ته اڳ
ئي هن کي شيطان سمجهندو هوس،" پوءِ ٿهڪ ڏيئي
چيائين، "گهٽا پئسا ڏنا ئينس؟"

پريميءَ جو پيءُ لٺ کٽي بستيءَ کان ٻاهر نڪرڻ
لڳو ته گهني چيو، "شاهه جو خيال رکج. ڪٿي هڏيون
نه چور ڪرائي اچين."

گلاب دادا اُٿي ڪڙو ٿيو. چيائين، "مان به تو سان
گڏيو ٿو هلان. گهٽ ۾ گهٽ تنهنجو لاش ته سلامت

ڪٽي ايندس."

پريميءَ جي پيءُ بستيءَ جي اوڙهي جي ڪڙهه لاهيندي چيو، "بستيءَ جي عجت جو سوال آهي ۽ اوهان چرچا ٿا ڪريو."

گلاب دادا چيو، "عجب، تنهنجي ڇوري وڃائي اڇي ۽ شاهه جو گسو ساري بستي سهي ۽ ڇو؟" هو وري راند ڪرڻ ويهي رهيو.

ٻڍي مومل چنبڪو ڇڏي وڃهو وڏي آئي هئي. چيائين، "گهنا ڇورا، چنبيليءَ جي چنتا ڪر. هوءَ ته مئي ماسٽر سان ڪلي ڳالهائيندي آهي."

گهني چڙ مان چيو، "ٻڍي، وڃي پنهنجو ڪم ڪر. ڪٿي وڌ يڪ ٻڙ ٻڙ ڪندينءَ ته چونيءَ ڪان وٺي واپس (واٽرڪورس) ۾ ٻوڙي ڇڏيندو سانءَ."

مومل ٻڙ ٻڙايو، "مان ته ڪبردار ٿي ڪريانءِ، نه، ته منهنجو ڇا وڃي؟ بستيءَ جون سڀ ڏيئر ڀيئر مئي ماسٽر اڳيان ڪٽي پيٽ چاڙهيو."

گلاب دادا چيو، "سياڻي ماسٽر بستيءَ اندر قدم رکي ته سهين. پوءِ مان هوندس ۽ منهنجو مهاديو وارو ترشول هوندو. شيطان... ڪميڻو!"

پريميءَ جو پيءُ، منگو، بستيءَ جي ڪڙهه ڪليل ڇڏي لٺ هٿ ۾ لوڏيندو واٽرڪورس ٽپي ٽڪريون وڪون ڪٽي ڊربيلي مائنر طرف وڌڻ لڳو. هو موليڏني ڇمڇيءَ

"وٺ نه. ڪنهن ڄاتيو اٿيئي؟ پيرن ۽ شاهه سائينءَ جا پاڻ ماڻهوءَ تي سؤ ٽورا آهن. انهن سان ڳي هڪ ٻه لٺ سهي وڃبي. ڇو، لٺ هيٺ ڪري ڇڏيئه؟ فتح علي شاهه تي نظر پيئه ڇا؟ ننڍو شاهه ته ڇؤ ٻاز راند ڏسڻ ۾ مشغول آهي. ڪڄليءَ ڪنيو هڄيئي نه ڳالهه ڪر. وڃي پيرين پوانس..."

منگو مولوڏني جي ڳالهه ٻڌڻ تائين به نه ترسيو. ٻزار ۾ نه گهڙي، ڪاڇين واريءَ گهٽيءَ ۾ گهڙي ويو.

مولوڏني ٺهڪ ڏيئي چيو، "ان جو به جواب ناهي."

ويچارو منگو! هو موشو ڪري ويو. علي اڪبر شاهه جي منهن تي ئي نه چڙهيو پوءِ به سڀ جي سڄيءَ ۾، اندي، ٻوڙي ۽ گونگي مولوڏني شاهه جي اوطاق ۾ شاهه کي ڇمڇي ڪندي سڀ ڪجهه چئي ڏنو، ان سڀ ڪجهه ۾ اهو به ڪي اڇي ويو جنهنجي ڇوڙڻ جي منگوءَ کي ٻئي جنم ۾ به جرئت نه ٿئي ها.

شاهه ليٽي ئي هڪل ڪئي، "عثمان! اڏامندو وڃ. منگوءَ نيچ کي مڇن کان پڪڙي گهلي اچ. گلاب، گهنو يا ٻيو وچ ۾ پوي ته ماڇين مان ٻن ڇئن کي ڪوٺي وڃج. منگوءَ ڪانسواءِ واپس آيو آهين ته اُها ڪنڊ ڪيڏندوسانءِ جو عمر ڀر ڏندو منڊو ٿي ويٺو هوندين. ٻڌءِ؟"

عثمان وڃڻ لڳو ته شاهه ڪنڌ ٿورو مٿي ڪري چيو، "ڪنهن به ٻئي بشر کي خبر نه پوي ته مون منگوءَ کي ڇو گهرايو آهي." پوءِ مولوڏني ڏانهن نهاري چيائين،

”تو به ڪنهن اڳيان زبان هلائي ته زبان ڪپي ڪين ڇڏيندوسانءِ.“

مولوڍني هٿ جوڙي چيو، ”قبلا، اٿين سمجهو ته آءٌ انڌو، گونگو ۽ ٻوڙو آهيان.“

شاهه ڪنڌ وهاڻي تي رکي ڇڏيو.

مولوڍني آهستي چيو، ”قبلا، پاڻ ماڻهو ٽيهه ئي ڏينهن ٻازيگرن جي ٻستيءَ وٽان لنگهندا آهيون. ڪئي...“

شاهه غصي مان چيو، ”ڪو ٽوڻي هٿ هلائي ته ساري ٻستي ساڙائي ڇڏيان.“ ڪجهه وقت ڪانپوءِ شاهه ڪي قدر نرم آواز ۾ چيو، ”رام کي ڪيترو ٿو سمجهايان. ڪوئلا ٻه ڪڏهن اُجريا آهن؟ انهن کي هٿ لاءِ ته هٿ ڪارو، پير لاءِ ته پير ڪارو...“ هن پوءِ ٿڪي آواز ۾ پڇيو، ”تو پاڻ ٻريميءَ کي سٽيشن کان گهر ڏانهن ٻ وڙندو ڏٺو؟ ٻڌي ڳالهه ته نٿو ڪرين؟“

مولوڍني ڪن پڪڙي چيو، ”نبيءَ جي اولاد سان ڪوڙ ڳالهائي دوزخ جي آگ ۾ جلڻو اٿم؟ ڪوڙ ڳالهائيندو هوندس ته منهنجو نور ويندو، قبلا...“

شاهه چيو، ”تون وڃي رام کي سڏي اچ. ڪيس يا ٻئي ڪنهن کي ڪجهه نه چئج.“

مولوڍنو ٻنا آواز ڪئي شاهه جي ڪٽ تان لٿو ۽ ادب سان هنکي پيرين پئي اوطاق کان ٻاهر نڪري ويو.

( ٦ )

فيض محمد نه ان ڏينهن شاهه جي اوطاق ۾ آيو، نه

ٻَئي ڏينهن. هو جنهن ڏينهن شام جو شاهه جي اوطاق تي اچي ڏٺڪيو تنهن ڏينهن صبح کان وٺي شاهه کي هنجي اچڻ جي اميد هئي ته انتظار پئي هو.

هن شاهه جي اوطاق ۾ قدم رکندي پڇيو، ”رام ڪٿي آهي؟“

شاهه موٽ ۾ سوال ڪيو، ”ڇا ٿيو؟“

فيض محمد موڙي تي ويهي پنهنجي عينڪ لاٿي. کيسي مان رومال ڪڍي منهن اُگهيائين ۽ پوءِ ساڳئي رومال سان عينڪ صاف ڪرڻ لڳو.

شاهه چيو، ”اختياريءَ وارن سان هٿ اٽڪائڻ جو انجام ڏٺئه؟ مختياڪار کي تو خلاف ڪارروائي ڪرڻ جي ڪا جرئت ڪا نه ٿي. ڪمال کي ڦاسائڻ مان به ڪنارو ڪيائين. هنجي ڪاوڙ جو نزلو ڪريو ته ڪمال جي نانيءَ، ويچاري ابراهيم تي ڪريو.“

فيض محمد عينڪ پائي رومال کيسي ۾ وجهي چيو، ”ابراهيم کي ڇڏائڻ مشڪل نه آهي. آءٌ سر زمين تان، تحقيقات ڪري، سڀ حقيقتون هٿ ڪري آيو آهيان. پر مونکي ٻيو انديشو آهي...“ هو گويا ڪنهن ڳوڙهي ويچار ۾ پئجي ويو.

شاهه انتظار وچان هنجو گنڀير چهرو تڪيندو رهيو.

فيض محمد گويا پاڻ سان ڳالهائيندي چيو، ”تڏهن ته چوانٿو، رام مون سان ٻت تي ٻيهي ته هوند سيٺين شرارتين کي ٽوٽا چٻائجن...“

شاهه هيڪي اڌ ۾ ڪئي چيو، ”توکي اهو انديشو آهي ته ساري قصي کي فرقيوار رنگ ڏنو ويندو؟“

”يقينا!“ فيض محمد چيو، ”زميندار هندو آهي، هن جو ڪمدار به هندو آهي. ٻئي طرف، هاري مسلمان آهن ۽ هنن کي ’پڙڪائيندڙ‘ ابراهيم به مسلمان آهي. مون ڄاتو ٿي ته هن وقت في الحال هندو زميندارن جي هارين جي جماعتبندي ملتوي ڪري ڇڏي آهي. ڪو هندو، هاري حقدار جو نعرو بلند ڪندڙ ملي وڃي ته سيڪي هندو مسلمان ظالمن جا ڏند کٽا ڪجن. تون رام کي سڏائي ته وٺ.“

”هو منهنجي سڏائڻ تي ايندو ضرور. مگر...“ شاهه گنڀير نوع ۾ چيو، ”مگر هو تنهنجي حمايت ڪندو، اهڙي خاطري نٿو ڏيان ۽.“

”هن جو آدرش پسنديءَ وارو جوش سوڍا جي بوتل واري جوش جيان ٺڪو ٿي ويو! مون اول ئي سمجهيو ٿي ته نلهي آدرش پسندي مقصد جي ڇتائيءَ جي عدم موجودگيءَ ۾ پنهنجي راهه وڃائي ئي ويهندي...“

”هو وڏي عمر جي اڻ پڙهيلن کي هر روز رات جو اچا به پاڙهيندو آهي. البت بازيگرن جي بستيءَ ۾ وڃڻ ڇڏي ڏنو اٿس...“

”بازيگرن ڪتن جي ٻچ ڪرائي هونديس. يا... يا گلاب غنچي سالس هٿن جي صفائي ڪئي هوندي.“

”اهڙي ڪا ڳالهه ڪانهي. منهنجي هوندي...“ شاهه

جملي پوري ڪرڻ جي ضرورت محسوس ڪانہ ڪئي.

انيئي ٺهڪ ڏيئي چيائين، ”توهان هاري حقدارن اچا شاهن جي شاهيءَ سان همت ڇڙائد ڪانہ ڪئي آهي، شڪر آهي.“

”ترسو،“ فيض محمد محڪم ارادي سان چيو، ”اهو زمانو پري نہ آهي جڏهن پيرن جي پيري ۽ شاهن جي شاهي - بين ڪوڙن ادمبرن ۽ ڏهڪاون سان گڏ زمين دوز ٿي ويندي.“ وري چيائين، ”تون فڪر نہ ڪر. تون، پنهنجي شاهيءَ جي وقار کي جمهوريت جي نذرانو رکڻ جو اول ئي فيصلو ڪري چڪو آهين...“

”اهي ڳالهيون بين کي ٻڌ،“ شاهہ مرڪي چيو، ”مان جيستائين سڌيءَ کي اڻ سڌيءَ طرح اوهان ماڻهن جي ڪنب ايندو رهندس، تيستائين سلامت آهيان. ڪم اٿو ٻڪڻ وسريو. پوءِ توهان مون سان بہ اهائي ڪار ڪندا جيڪا وڏيري ڪريمڏني يا مولوي صالح الدين سان ڪئي اٿو...“

”شاهہ صاحب، تون پاڻکي انهن رهزنن جي صف ۾ نہ گڏ. هڪ، زميداري رعب ۽ رتبي سان هارين جي جماعتبنديءَ کي ڪچلڻ جو خواهشمند آهي. ٻيو، دين جي رهبري ۽ جنت جي ٺيڪيداريءَ جي نالي ۾ غريب هارين کي گمراهہ ڪري رهيو آهي.“ فيض محمد ڪا گهڙي چپ ٿي ويو. پوءِ چيائين، ”اهي بحث مباحثا ٿيندا رهندا. هاڻ ٻڌاءِ تہ تون مکي ٻولو مل جي نڪتو

پٽ شيوڪ کي ابراهيم خلاف فرياد واپس وٺڻ لاءِ مڃائي
سگهين ٿو يا نه؟"

"جڏهن سڄو قصو مختيارڪار جي ڇوڇ سان ليو
آهي تڏهن مان نٿو سمجهان ته شيوڪ يا شيوڪ جو
پيءُ ڪو منهنجي چوڻ تي فرياد وٺڻ لاءِ رضامند ٿيندو.
تون سر زمين تان ڪهڙيون حقيقتون هٿ ڪري آيو
آهين؟"

"جڏهن بولو مل جو ڪمدار، ابراهيم واريءَ پيءَ
تي پهتو تڏهن ابراهيم اتي موجود ئي ڪونه هو.
هيون رڳيون زالون جن گاريون ٻه سٺيون ۽ اي عزائءَ جا
دڙڪا ٻه ٻڌا. هل هنگامي تي آس پاس جا هاري ناري
مڙي آيا. جڏهن هنن ڪمدارن کي سمجهايو تڏهن هو
ويٺو آپي مان نڪري ويو. هڪ هاريءَ کي مٽي واري
لت وهائي ڪيدا ئين. ان تي ٻئي هاريءَ هن کي سوٽو
هڻي ڪڍيو. چوٽا نه سوٽو هنکي ڪابيءَ ٽنگ ۾ لڳو.
هوڏانهن ڪنڊياري اسپتال جي ميڊيڪل آفيسر سرٽيفڪيٽ
ڏنو آهي ته ڪمدار جي منهن مٿي تي پٿرن ۽ لوڙهين
جا گهرا گهاءَ آهن. ڪمدار تي حملو ڪرڻ لاءِ وري
پڪڙيو ويو آهي ابراهيم کي! آءٌ، اِهي مختيارڪار،
ڊاڪٽر، زميندار ۽ ڪمدار جي سازش سان پڄڻ لاءِ
ڏند ين ڏاند آهيان. صرف فرقيوار فضا ۾ اضافو اچي وڃڻ
جو انديشو اٿم. هو چارئي هندو آهن ۽ اسين ٠٠ ان
سازش خلاف لڙندڙ سڀ مسلمان آهيون. عام هندن کي

پٽ شيوڪ کي ابراهيم خلاف فرياد واپس وٺڻ لاءِ مڃائي سگهيئن ٿو يا نه؟"

"جڏهن سڄو قصو مختياڪار جي چرچ سان ٿيو آهي تڏهن مان نٿو سمجهان ته شيوڪ يا شيوڪ جو پيءُ ڪو منهنجي چوڻ تي فرياد وٺڻ لاءِ رضامند ٿيندو. توهان سر زمين تان کهڙيون حقيقتون هٿ ڪري آيو آهيو؟"

"جڏهن ديولو مل جو ڪمدار، ابراهيم واريءَ ٻنيءَ تي پهتو تڏهن ابراهيم اتي موجود ئي ڪونه هو. هيون رڳيون ڙالون جن گاريون ٻه سٽيون ۽ بي عزتيءَ جا دڙڪا به ٻڌا. هل هنگامي تي آس پاس جا هاري ناري مڙي آيا. جڏهن هنن ڪمدارن کي سمجهايو تڏهن هو ويتر آپي مان نڪري ويو. هڪ هاريءَ کي مٿي واري لت وهائي ڪڍيائين. ان تي ٻئي هاريءَ هن کي سروٽو هڻي ڪڍيو. چوڻتا ته سروٽو هنکي ڪاٻيءَ ٽنگ ۾ لڳو. هوڏانهن ڪنڊياري اسپتال جي ميڊيڪل آفيسر سرٽيفڪيٽ ڏنو آهي ته ڪمدار جي منهن مٿي تي پٿرن ۽ لوڙهين جا گهرا گهاءَ آهن. ڪمدار تي حملو ڪرڻ لاءِ وري پڪڙيو ويو آهي ابراهيم کي! آءٌ، [illegible] مختياڪار، ڊاڪٽر، زميندار ۽ ڪمدار جي سازش سان پڪڙڻ لاءِ ڏند ين ڏاند آهيان. صرف، فرقيوار فضا ۾ اضافو اچي وڃڻ جو انديشو اٿم. هو چارئي هندو آهن ۽ اسين ٥٠ ان سازش خلاف اٿندڙ سڀ مسلمان آهيون. عام هندن کي

مسلمانن خلاف ڀڙڪايو ويندو ۽ مان هنن کي پائون وچم وجهو وڌائڻ جو هڪ وڏيڪ موقعو ڏيڻ نٿو چاهيان. تون شيوک کي فرياد واپس وٺڻ لاءِ ڪٿي مڃاءِ نه.“ پوئين جملي جي نوع ۾ لاچاري ۽ بيزاريءَ جو سنگم هو.

”شيوک مختيارڪار جي رچيل شطرنج ۾ ايتري حد تائين پيادو ٿي ڪتب اچڻ بعد فرياد واپس وٺڻ جي همت ڪري سگهندو؟“

ڪجهه دير ٻئي دوست چپ ويٺا رهيا. پوءِ شاهه چيو، ”سڄي قصي جي چابي تنهنجي هٿ ۾ آهي...“ فيض محمد آهستي چيو، ”مان ڊپٽي ڪليڪٽر وٽ ڪمال طرفان ڪيل درخواست تان دستبردار ٿيان، ائين نه؟“ پوءِ آواز کي بلند ڪندي چيائين، ”ائين ٿي نه سگهندو. هڪ ظلم مٽائڻ لاءِ ٻئي ظلم تي چشم پوشي ڪرڻ ڪو علاج ناهي.“ ڪجهه وقت سوچ ويچار ڪرڻ ۾ ٻڏل رهڻ بعد فيض محمد ٿهائين وڏيڪ محڪم ارادي سان چيو، ”شيوک کي ڪي به نه چئج. چؤ چاءِ ڪرڻ يا ظلم سان ڪو سمجهوتو ڪرڻ مسئلي جو صحيح حل ٿي نٿو سگهي. پس پيش، جيت - ايمانداريءَ، انصاف ۽ حق جي ئي ٿيندي. مان ڪيتري قيمت تي به انهنجو دامن ڇڏڻ لاءِ تيار ڪين آهيان.“ پوءِ هيڏانهن هوڏانهن نهاريندي چيائين، ”عثمان ڏسڻ ۾ نٿو اچي. موکي پياس لڳي آهي.“

”مان تو پاڻي ڏيانءِ،“ شاهه موڙي تان اٿندي

چيو، ”عثمان کي ڪنڊياري موڪليو اٿم.“

فيض محمد فورن اٿي کڙو ٿيو ۽ ڏڪڙو پريان رکيل گهڙامڇيءَ وٽ پهچي چيو، ”تون مونکي پاڻي پياريندين؟ ڪو مومن ڏسي وٺي ته مون مٿان ملامت جو پهاڙ ٽٽي پوي...“

شاهه ٽهڪ ڏنو.

فيض محمد پاڻيءَ جو گلاس پنهنجي موڙي ڏانهن کڻي ايندي پڇيو، ”عثمان ڪنڊياري سک ۾ ويو آهي؟“

”ڪنڊياري واري اسپتال لوڪل بورڊ جي آهي نه؟“

”۽ تون لوڪل بورڊ جي ميمبر جي حيثيت ۾ ميڊيڪل آفيسر تي زور ٻار آڻي تو چاهين، ائين نه؟“

پوءِ فيض محمد گلاس موڙي پرسان پٽ تي رکندي چيو، ”وس پڄيئي ته زميداري ۽ شاهي ترڪ ڪري هاري حقدارن سان ڪليو ڪلايو پٽ تي ٻهين، نه؟“

شاهه اُيو ساهه کڻي چيو، ”ڪاش، مون ۾ تو جيتري همت هجي. خير... تون رات هت رهي پؤ نه؟ چانڊوڪيون آهن. درٻيلي مائٽن جا ڪنا آهن، انهن پرسان لهرائيندڙ کيت آهن. اڄين ڳوٺ واري سڪل تلاءَ تي اَچا ٻه ونجهوٽي راند ٿيندي آهي؛ تنهن کان سواءِ بازيگرن جي بستيءَ ۾ دستور موافق هر رات راڳ ۽ ناچ جو شغل ٿيندو رهندو آهي...“

هيئنر ايو ساهه فيض محمد ڪنيو ۽ چيو، ”ڏاڍين؛ ظالمن پنهنجي ڏاڍ ۽ ظلم جو ايڏو ته وڏو ۽ ايڏو ته

ويڪرو چار پکيڙي ڇڏيو آهي جو قدرت ۾ انسان جي حسن جي مشاهدي ماڻڻ جي فرصت ڳالهڪي ملي نٿي. سچ ته اهو آهي،“ هن ٻيو ايو ساهه کڻي چيو، ”پنهنجو نندپڻ وارو ڪو شوق باقي نه رهيو آهي. خير... مان رات هت رهندس ٿي. رام سان تبادلهء خيالات جي سانگي.“ پوءِ پڇائين، ”رام بازيگرن کي ڀاڙهڻ ڇو ڇڏي ڏنو آهي؟“

شاهه سنجيدگيءَ سان وراڻيو، ”منگو بازيگر مٿس الزام ڏنو آهي ته هن سندس ڌيءَ سان هٿ چراند ڪئي آهي.“

فيض محمد هلڪو ٽهڪ ڏنو ۽ چيو، ”ان الزام ۾ سچائي ڪيتري آهي، تو ضرور اها جاچ ڪئي هوندي. مان تنهنجي سڀاءَ مان واقف آهيان. توکي اهڙي قسم جي تحقيقات ڪرڻ مان خاص لطف ايندو آهي...“

”ڏاڍن ۽ ظالمن جي چار تنهنجي نندڍي هوندي واريءَ شرارتي فطرت تي خير ڪو اثر ڪيو تو ڏسجي،“ شاهه مرڪي چيو، ”بازيگرن جي شڪايت تي مان جاچ ڪريان ٿي ڪونه. مونکي خبر آهي ته ڪو شخص سچ پچ کنهن بازيگر ڇوڪريءَ سان هٿ چراند ڪندو آهي ته نوبت مون وٽ يا ٻئي ڪنهن وٽ شڪايت ڪرڻ تائين نه ايندي آهي. مجرم پيسا ڏيئي جند ڇڏائي ويندو آهي. پيسن نه ملڻ تي بازيگر يا ته هٿن جي صفائي ڏيکاريندس يا ته ڪليو ڪلايو ٻنهي ڳوٺن ۾ بدنام

ڪندس. ٻين وات هنن لاءِ ٺهي ڪانه..."

فيض محمد اڃا به کلندي چيو، "توکي پنهنجو شخصي آزمودو ته نه آهي؟" اُنيءَ گنيپر ڏي چيائين، "رام ڪوڙي الزام تي پنهنجو ڪم ڇڏي ڏنو؟"

"رام درحقيقت پريميءَ سان محبت ڪندو هو. هيڙي سنگين الزام جي شروعات، هو سمجهي ٿو، ضرور پريميءَ وٽان ٿي هوندي. هن تنهن ڪري نراس ٿي پريميءَ جي منهن تي چڙهڻ ئي ڇڏي ڏنو آهي. اِهي عشق جون اُلٽيون بازيون، ميان! تو جهڙو خشڪ 'هاري حقدار' سمجهي ئي نه سگهندو." شاهه جي چپن تي مرڪ وري آئي.

فيض محمد گنيپر ڏي چيو، "عشق جون اُلٽيون بازيون اوهانکي مبارڪ هجن. آءٌ هرچيز جي سلٽين بازين مان ڄاڻان. سڌي ڳالهه سو ئي جي ۽ جا چيز منهنجي منزل مقصود جي راهه ۾ رڪاوٽ بڻجي ايندي آءٌ ان کي يا نظر انداز ڪندس، يا هٽائيندس يا... يا ان جو مقابلو ڪندس. آءٌ ٻي ڪا ڪلابازي نه ڄاڻان، نه ڄاڻڻ ٿو چاهيان."

شاهه ٽهڪ ڏنو ۽ فيض محمد گنيپر نوع ۾ پڇيو، "بازيگر ڇوري هن جي محبت جي موٽ ڏيندي هئي؟"

"بازيگر ڇوري ۽ محبت!" شاهه اڃا به زور سان ٽهڪ ڏنو. اُنيءَ کي قدر گنيپر ڏي چيائين، "پريمي البت نرالي بازيگر ڇوري آهي. هوءَ رام جي راهه ۾

اکيون وڃائي وهندي هئي ۽ هندي دلبر دام لاءِ تڙپ...“

فيض محمد شاهه کي اڻ ٻرڪڻي چيو، ”جتي انتظاري ۽ تڙپ آهي اُتي محبت عدم موجود ٿي نٿي سگهي. ٻوءِ نه دام لاءِ معاملو آسان هو. ميان بيبي راضي ته ڪيا ڪريگا قاضي...“

”چوڻ کي چئي وٺين. مڙهي ماءُ ۽ روايت پرست پاءُ کي ميڃائڻ آسان نه آهي. ٻن ڄڻن جي ماڻهن جا دائمي اشارا ۽ چميگويون سهڻ به سٺو ڪم نه آهي...“

”باقي پنهنجي فرض ۽ ميدان عمل کان منهن موڙڻ آهي؟ اوهان جي اها عجيب منطق منهنجي سمجهه ۾ نٿي اچي...“

اوڏيمهل عثمان اندر گهڙي آيو. ٻنهي دوستن جو ڌيان هن ڏانهن ڇڪجي ويو.

عثمان پنهنجي پٺڪي مان پرزو ڇوڙي ادب سان شاهه اڳيان وڌايو.

شاهه چڻي وٺندي چيو، ”ميان، شمعدان نه ٻاري اچ. اسانکي ڳالهيون ڪندي اونده ۽ سوجهري جي ڪا سمڪ ئي نه رهي.“

شاهه پرزي کي اکين ويجهو آڻي، اکين تي زور ڏيئي، اهو پڙهڻ لڳو. اوچتو هن زوردار ٽهڪ ڏنو.

فيض محمد پڇيو، ”ڊاڪٽر ڇا لکيو آهي؟“

شاهه چيو، ”پرزو مختيارڪار جو لکيل آهي. عثمان شايد ٽينس ڪورٽ تي ڊاڪٽر سان ڳالهائو ٿيو آهي ۽

اکيون وڃائي وهندي هئي ۽ هنجي دلبر رام لاءِ تڙپ...“

فيض محمد شاھ کي اڌ ٻرڪتي چيو، ”جتي انتظاري ۽ تڙپ آهي اُتي محبت عدم موجود ٿي نٿي سگهي. پوءِ نہ رام لاءِ معاملو آسان هو. ميان بيبي راضي تہ ڪيا ڪريگا قاضي...“

”چوڻ کي چئي وٺين. مڙهي ماءُ ۽ روايت پرست پاءُ کي مڃائڻ آسان نہ آهي. ٻن ڄڻن جي مائٽن جا دائمي اشارا ۽ چميگوئيون سهڻ بہ سترو ڪم نہ آهي...“

”باقي پنهنجي فرض ۽ ميدان عمل کان منهن موڙڻ آهي؟ اوهان جي اها عجيب منطق منهنجي سمجهہ ۾ نٿي اچي...“

اوڏيمهل عثمان اندر گهڙي آيو. ٻنهي دوستن جو ڌيان هن ڏانهن ڇڪجي ويو.

عثمان پنهنجي پٺڪي مان پرزو ڇوڙي ادب سان شاھ اڳيان وڌايو.

شاھ چئي وٺندي چيو، ”ميان، شمعدان تہ ٻاري اچ. اسانکي ڳالهيون ڪندي اونده ۽ سوجهري جي ڪا سمڪ ئي نہ رهي.“

شاھ پرزي کي اکين ويجهو آڻي، اکين تي زور ڏيئي، اهو پڙهڻ لڳو. اوچتو هن زوردار ٽهڪ ڏنو.

فيض محمد پڇيو، ”ڊاڪٽر ڇا لکيو آهي؟“

شاھ چيو، ”پرزو مختيارڪار جو لکيل آهي. عثمان شايد ٽينس ڪورٽ تي ڊاڪٽر سان ڳالهائو ٿيو آهي ۽

مختيارڪار وچ ۾ دخل ڏنو آهي."

"ڇا لکيو اٿس؟"

"لکيٿو: اوهان جهڙي معتبر ۽ معزز زميندار مان اميد ٿي رکي ويٺي ته اوهان سرڪاري عملدارن سان ساٿ ڏيندا. اوهان ته الٽو باغين، غنڊن ۽ خونين جي حمايت ٿا ڪريو. اوهان يا اسان جي مدد ڪريو يا غير طرفدار ٿي مزو ڏسو. ٻي ڳالهه، اڳي پوءِ، اوهان لاءِ نقصانڪار ٿي سگهيٿي."

فيض محمد گنڀير نوع ۾ پڇيو، "اها چٺي مونکي ڏيٺي ڇو ڏيندا اٿن؟ مونکي ڪنهن نه ڪنهن وقت ڪم اچي سگهيٿي."

شاهه ڪنهن ٻڏتر ۾ پوڻ ڌاران چٺي فيض محمد ڏانهن وڌائي.

( ٧ )

رام ڀاءُ ڪان پيٽوئي جو ڪليل خط ورتو ۽ اٿيئي دڪان تي گراهڪن جي ويهڻ واري ڪاٺ جي بينچ (اها بينچ محض تختو هئي جنهن جي ٻنهي ڇيڙن هيٺان ڪين سرن جون ٿهيون رکيل هيون) تي ويهي اهو خط پڙهڻ لڳو.

پيارا رام،

تون جنهن هنتان ويو آهين تنهن کا خبر چار نه ڏني اٿيئي. تو مونکي پنهنجي سرگرمين کان بيخبر ڪئي رکيو آهي ليڪن مان ٻا خبر پئي رهيو آهيان.

مون، توکي، شانتيڪيتن، ڪنهن خاص مقصد سان

موڪليو هو. اهو منهنجو مقصد توکان ڳجهو ڪونهي. مون سمجهيو هو ته تون آدرشي وايو منڊل ۾ آدرشي تعليم حاصل ڪري ديس شيوا جو ڪو انوکو آدرش ڪڍي ايندين. اسانجو بدنصيب غلام ديس هڪ گنڀير دؤر مان گذري رهيو آهي. ديس جي آزاديءَ جي هريڪ اٽانگيءَ ڪريءَ تي پهتي آهي. ڀارت ماتا جي زنجيرن ٽوڙڻ جو سمو تيزيءَ سان ويجهو وڌندو اچيٿو ۽ تون پاڻکي هڪ ننڍي ڳوٺ جي اڌا ۽ ننڍي دائري تائين محدود رکي ويٺو آهين. ڳوٺ جي وڏن اڻ پڙهيلن کي پاڙهڻ جو ڪم پيو ڪو به ڪري سگهيٿو. تنهنجي درشٽي ڪافي وشال هجڻ کپي.

مان پنهنجي ساٿين سان هاڻي ٿي، ايندڙ چونڊن ۾ توکي اسيمبلي ميمبر شپ لاءِ اُميدوار بيهارڻ جون، ڳالهيون هلائي چڪو آهيان. مان هنن سان بلڪل سهمت آهيان ته اسيمبلي ميمبرشپ جي اُميدوار جو ڪاريه جيتر وشال هجڻ کپي، ان کان وڌيڪ وشال هن جي درشٽي هجڻ کپي.

تون فورا هٽ هليو اچ. اسان ضلع جي قومي ڪم ڪندڙن لاءِ ٽن مهنن جو سکيا سينٽر آرنڀ ڪرڻ وارا آهيون. تون شانتنڪيتن مان پڙهي آيو آهين؛ اها حقيقت پنهنجي سر ٿي توکي ان سکيا سينٽر ۾ ٻين کان نرالو ۽ مٿڀرو ڪري بيهاريندي. تنهن ڪانسواءِ تون منهنجي پشتيءَ ۽ پنهنجي اُدم سان ان سکيا سينٽر جو مرڪزي شخص

ٿي سگهين ٿو. پوءِ، اسيمبلي لاءِ ٽڪيٽ، سمجهه ۾
تنهنجي ڪيسي ۾ پيٽي آهي. تون اسيمبلي ميمبر چونڊبين،
پوءِ ئي مان پنهنجا لايا سجايا سمجهندس.

سڄاڻين سياسي حالتن ۾ تنهنجو سنڌ جو وزير ٿيڻ
مشڪل نه آهي. تنهنجي وزير ٿيڻ سان تنهنجو مان مرتبو
ته وڌندو ئي. گڏوگڏ سنڌ جي سياست ۾ منهنجي
اَهميت به وڌندي. تو جهڙي هوشيار کي مون اهڙي
ڏينهن لاءِ ئي هٿايو آهي. تون هت اچ. وڌيڪ ڪم
منهنجو آهي.

فيض محمد وڪيل کان پري رهه. هو هارين کي
گمراهه ڪري ضلع جي سک شانتي ڦٽائڻ تي ڪمر
ڪشي بيٺو آهي. گرديو ٽئگور طرفان استاپن ٿيل سکيا-
گهر ۾ تعليم ورتل جوان کي هارين ۽ پورهيتن جي مسئلن
جي خاطر خواهه حل لاءِ، گانڌيءَ جي ٽرسٽيشپ ٿيئريءَ
۾ ڌارين وٽان آندل خونخواهه سڌانتن کان وڌيڪ وشواس
هجڻ کپي.

پيمن مونکي تازي خط ۾ جيڪي لکيو آهي تنهن
تي مونکي هڪ ئي وقت کل به آئي ته ڏک به گهٽ
نه ٿيو. شانتينڪيتن مان پڙهي آيل هڪ هوشيار نوجوان
هڪ بازيگر ڇوڪريءَ سان پريم ڪري اِها ڪل جهڙي
ڳالهه نه آهي؟ هن تي ان ڇوڪريءَ سان بداخلاقيءَ
سان پيش اچڻ جو الزام لڳايو ويو، ان کان وڌيڪ
ڏک جهڙي ٻي ڪهڙي ڳالهه ٿي سگهي ٿي؟ مونکي

پڪ آهي ته اهو الزام بلڪل بي بنياد هوندو، پر اهو الزام ڪنهن شريف جي چرپتر تي نه ڌوپجندڙ داغ نه لڳائي سگهندو. حياتيءَ لاءِ اهڙن داغن کان بچيو رهڻ نهايت لازمي آهي.

هيمنيءَ، هت، تنهنجي لاءِ ڇوڪري چونڊي رکي آهي. اچي ڏس. ڏني مکياري آهين. مان تنهنجي پيءُ کان نرالو آهيان. شاديءَ جي مسئلي ۾ تنهنجي پسندي، مون لاءِ، آخري پسندي آهي. بازيگر ڇوڪري، نه تنهنجي پسند ٿيڻ کپي نه منهنجي پسند ٿي سگهندي.

تون ڪڏهن تو اچين؟...

رام چٺي پڙهي، اها ويڙهي لفافي ۾ وجهڻ لڳو.

پيمن گراهڪ لاءِ پاءُ ڳڙ جو توريندي پڇيو، ”تون نواب شاهه ڪڏهن تو وڃين؟“

رام ڪو جواب نه ڏنو. هو چٺي لفافي ۾ وجهي، لفافو هٿ ۾ جهلي ويٺو رهيو، سوچيندو رهيو.

پاءُ گراهڪ کي هلائي وري پنهنجو سوال دهرايو، ”تون نواب شاهه ڪڏهن ويندين؟“

رام خشڪ آواز ۾ چيو، ”توهان مونکي رهائڻ مان بيزار ٿي ويا هجو ته مان اڄ ئي توهانجو گهر ڇڏي وڃان؟“

پيمن جو منهن ڪارانجي ويو. ڪجهه ساعتن ۾ هن کي ڪجهه سمجهه لڳو. پوءِ چيائين، ”مون ڇا چيو جو تو مونکي اهڙو ڪڙو جواب ڏنو؟ تون نواب شاهه وڃين يا هت ويٺو چمار وڃائين، تنهن سان منهنجو ڪهڙو پريوجن؟

مونکي ڪٿيءَ ڪنيو جو ڪٽي زبان ڇوريم. مون بس ڪئي بابا! اسانجو پيٽويو ٻه واندو آهي جو تو ۾ اُميدون رکيون اٿس. ڪنيءَ ۾ ئي ڪين هڻندو ته پاٽ ۾ ڇا پوندو؟"

رام زبان جي غلطيءَ تي اندرئي اندر پشيمان ٿيندو، خاموش ويٺو رهيو.

پيمن وهي کولي ڪجهه لکندو رهيو، پڻ پڻ ڪندو رهيو، "علم، جي وڏن جي عزت ڪرڻ نٿو سيکاري، اُهو، آدرشي ڪئن چئبو؟ جو شخص رلڻ پنڪڻ کي پنهنجو ڌندو بڻائي چڪو آهي سو شخص وزير ٿيندو؟ جنهنکي گلا جهڙي ڇماٽ کي سيکاري سمجهائي نه سگهي، تنهن تي چنيءَ جون ٻه اُچار سٽون ٻه ڪو اثر ڪنديون؟..."

"پيمن ادا، ڪاري ناس نه ڏج."

پئسو پيمن اڳيان ڪريو، هن وهي رکي ڇڏي ۽...

رام دڪان تان هيٺ لهي ويو.

رام، ڇؤباز راند ڏسڻ بيهي رهيو پر هوان ۾ مَن لڳائي نه سگهيو. هو، پاءُ جي دڪان وٽان، پاءُ ڏانهن نهارڻ ڏاران، لنگهي سڌو گهر اندر گهڙي ويو. پنو ۽ فائونٽين پين کڻي پيٽوئي کي خط لکڻ ويٺو.

نويدن ته توهانجو خط مليو. احوال معلوم ٿيو. آئينده پڻ، ڪڏهن ڪڏهن، خط جي عنايت ڪندا رهندا.

توهانجي خط مونکي ڏيري ڇڏڻ لاءِ رضامند ن

ڪيو، ان جو مطلب اهو هرگز نه آهي ته اوهانجي خط جو مون تي ڪو اثر نه ٿيو. ان، منهنجي ٻڌڻ ڪنهن حد تائين ختم ڪئي آهي؛ مونکي اميد آهي ته منهنجي هن خط جي موٽ ۾ اوهان وٽان جيڪو جواب ايندو، سو، مڪمل ريت منهنجي دماغ جي آواره گرديءَ کي ختم ڪري ڇڏيندو.

مونکي نه اسيمبلي ميمبر ٿيڻ جي لوڙ آهي ۽ نه وزير ٿيڻ جي خواهش. ان جو مطلب اهو ناهي ته مان تمنا رهت آهيان. منهنجي جيوت جي آرزو بلڪل ننڍڙي آهي، ۽ اها آهي ته مان غريبن، بي علمن ۽ محتاجن جي ٿورو ڪي گهڻو ڪتب اچان. مان پنهنجي ان ننڍڙيءَ آرزوءَ جي پورائيءَ جي شروعات پنهنجي ڳوٺ ۽ ان جي آس پاس ڪرڻ ٿو چاهيان. ۽ ڇاڪاڻ ته منهنجي اڳيان اهو مقصد صاف آهي، مان ڳوٺ جو محدود دائرو ڇڏڻ نٿو چاهيان. سنڌ جي سياست حال في الحال اوهانکي مبارڪ هجي.

مونکي خبر نه آهي ته اوهان مونکي شانتنڪيتن انلاءِ موڪليو هو ته اُتان مان پاڻ تي ديس شيوڪ هجڻ جي مهر لڳائي، هتي لاءِ اسيمبلي ميمبر ٿيڻ جو پروانو حاصل ڪري اچان. شانتنڪيتن جي آدرشيءَ وايو منڊل ۾ 'آدرشي' سکيا پراپت ڪندي مان پنهنجي جيوت جي ذڪر ڪيل، ننڍڙي آرزو اوس هٿ ڪري سگهيس جيتوڻيڪ مونکي ڄاڻ آهي ته ڪيترا شخص، شانتنڪيتن

وهڻ کان سواءِ ٻ، ان کان وڌيڪ ٻيو ڪهڙو نمائون ڪري سگهي ٿو! آهن ۽ انهن لاءِ موٽي متجهن ۾ نه. فيضوءَ جو ڪمال وٺو. هن پنهنجي جيوت ساٿين ۽ ٻين ڪيترن سان گڏيل چڙي آهي جيترو ٿيڪ هن 'غير آدرشي' سکيا کي هن وڪالت جي ڊگري حاصل ڪئي آهي. اوهان جي نظر ۾، فيضو ڀل علم جي شانتي نشٽ ڪندڙ هجي؛ ليڪن مان هن ۽ هن جي ڪاري کي عزت جي نگاهه سان ڏسڻ لڳو آهيان. شايد اهو ڏينهن به اچي وڃي جو مان هن سان ڪلهي ۾ ملائي بيهان. ان کان اڳ مونکي پنهنجي سفيد پوش ذهنيت جو مقابلو ڪرڻو پوندو. زميندارن ۽ ٻين ستمگرن سان وڙهڻ لاءِ سينو ساهڻ کان اڳ، مونکي پنهنجي دماغي آواره گرديءَ سان ٽڪر کائڻو پوندو. شانتنڪيتن جي آزاد وايو منڊل، مون ۾، ڪنهن حد تائين جرئت بلاشڪ آندي آهي پر فيضوءَ جهڙي حوصلي لاءِ مونکي پنهنجي دل دماغ کي ڪافي ورزش ڪرائڻي پوندي. جرئت ۽ حوصلي جو ذڪر ڪندي منهنجو ڌيان ڪنهن ٻئي جيوَ ڏانهن هليو ٿو وڃي. اهو جيوُ نه شانتنڪيتن ويو آهي، نه ڪنهن ڪاليج جو منهن ڏٺو اٿس. الف - ب به مون هنکي سيکاري. مان بازيگر ڇوڪريءَ، پريميءَ، ڏانهن ٿو اشارو ڪريان. هن جي قربانيءَ، هن جي بي ڊپائي، هن جي جرئت، هن جو حوصلو... هوءَ منهنجي صدقي پڻ ڇڏي ماءُ جا دڙڪا، پيءُ جا ڌڪ ۽ بستيءَ جا ستم سهي سگهيتي.

وڃڻا کان سواءِ به، ان کان وڌيون ۽ بهتر تمنائون ڪري سگهي ويا آهن ۽ انهن لاءِ مري مٽجن به ٿا. فيضوءَ جوئي مثال وٺو. هن پنهنجي جيوت هارين ۽ پورهيتن سان گڏ گذاري ڇڏي آهي جيتوڻيڪ هن ’غير آدرشي‘ سکيا گهر ۾ وڪالت جي ڊگري حاصل ڪئي آهي. اوهان جي نظر ۾، فيضو ڀل ضلع جي شانتي نشٽ ڪندڙ هجي؛ ليڪن مان هن ۽ هن جي ڪاريه کي عزت جي نگاهه سان ڏسڻ لڳو آهيان. شايد اهو ڏينهن به اچي وڃي جو مان هن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي بيهان. ان کان اڳ مونکي پنهنجي سفيد پوش ذهنيت جو مقابلو ڪرڻو پوندو. زميندارن ۽ ٻين ستمگرن سان وڙهڻ لاءِ سينو ساهڻ کان اڳ، مونکي پنهنجي دماغي آواره گرديءَ سان ٽڪر کائڻو پوندو. شانتڪيتن جي آزاد وايو منڊل، مون ۾ ڪنهن حد تائين جرئت بلاشڪ آندي آهي پر فيضوءَ جهڙي حوصلي لاءِ مونکي پنهنجي دل دماغ کي ڪافي ورزش ڪرائڻي پوندي. جرئت ۽ حوصلي جو ذڪر ڪندي مهنجو ڌيان ڪنهن ٻئي جيو ڏانهن هليو ٿو وڃي. اهو جيو نه شانتڪيتن ويو آهي، نه ڪنهن ڪاليج جو منهن ڏٺو اٿس. الف - ب به مون هن کي سيکاري. مان بازيگر ڇوڪريءَ، پريميءَ، ڏانهن ٿو اشارو ڪريان. هن جي ڦڙتائي، هن جي بي ڊپائي، هن جي جرئت، هن جو حوصلو... هوءَ مهنجي صدقي پنڻ ڇڏي ماءُ جا ڌڪا، پيءُ جا ڌڪ ۽ ٻستيءَ جا ستم سهي سگهيتي.

هوءَ منهنجي سانگي سيٺي جا طعنا سهي به ڪلي سگهيٺي،
۽ مان؟ مون، شانتڪيتن جي آزاد وايو منڊل ۾ به سال
رهڻ بعد اها جرئيت حاصل ڪئي، جو، ماڻهو مونکي ڪي
چون تنهن ڪان اڳـــ، هنجو پڪڙيل هٿ به ڇڏي ڏنم.
هنجي جرئيت جي چوٽي اِها آهي ته هوءَ مونکي بدنام
به ڪري سگهيٺي، ۽ ان بدناميءَ لاءِ پنهنجي چرتر تي
داغ به لڳائي سگهيٺي...

رام جو قلم بيهي ويو. هن محسوس ڪيو ته پنهنجي
پيٽوئي کي هڙي قسم جي خط لکڻ لاءِ جيڪا جرئيت
هجڻ کپي سا منجهس نه هئي.

خط چيهون چيهون ٿي پٽ تي ڪريو.

يڪا يڪ رام جي دماغ ۾ هڪ سوال ڪر ڪڻي بيٺو:
توکي کهڙي پڪ آهي ته پريميءَ توکي بدنام ڪيو آهي؟

اهو سوال پهريون دفعو هيئنئر ڪونه هنجي دماغ ۾
اڀريو هو. اهو سوال اڪيچار دفعا هنجي دماغ ۾ گونجيو
هو ۽ پيري پيري سان هن ان جو ڪر ائين چوندي
مروٽيو، ”هوءَ ڪجهه به ڪرڻ جي قابل آهي.“

پيٽوئي اڳيان پريميءَ جي ڦڙتائيءَ، بي ڊپائي، جرئيت
۽ حوصلي کي داد ڏيندي هن دل ئي دل اندر شايد
پنهنجي ڪمزوريءَ، ’بزدليءَ‘ تي لعنت وڌي هئي؛
تنهن ڪري، اج، اهو دستوري جواب هنجي دماغ ۾ نه
اڀريو.

اچانڪ هو ايترو ته اُڌيرو ٿي ويو جو ڪرسيءَ تان

آئي ڪڙو ٿيو. گهر مان نڪرڻ بعد هن جا قدم درگاهه
مائيرو، ۽ بازيگرن جي اسٽيءَ ڏانهن کڄندا ويا.

”ديوان، ذرا ٽڪيءَ اڳيان...“

موچي موليڏني جي زبان ۾ اختيار ٻڌهجو محبوب ڪلام چوڻ شروع ڪيو پر ان جي پوري ٿيڻ کان اڳ، دماغ ان جو انجام سوچي ورتو ۽ زبان خاموش ٿي ويئي، رام، موليڏني ڏانهن اک کڻي به نه نهاريو. موليڏنو ويچارو ويتر پريشان ٿي ويو. هن ڪاپڙا ۾، شاهه جي زبان کي ڪنڌيءَ مغل هلندو ۽ ٻڌهجو ڪڙونبر نڪرندو محسوس ڪيو. هن جا قدم تيز ٿي ويا.

هن رام جي پٺ وٺندي چيو، ”ديوان، زبان چمڙي جي آهي. اهڙا ماڻهوءَ ماڻهوءَ جي شناخت نٿي ڪري. هونءَ منهنجي ڇا مجال آهي جو تو سان، يا شاهه صاحب جي ڪنهن خاص دوست سان پروڳ، ڪرڻ جو ست ساريان؟ پاڻ ماڻهو علاج کان وڌ ڪري ڪرڻ وارا آهيون. چئو، توکي دل ۾ ته نه ٿيو؟“

رام مرڪي چيو، ”گهٻرائج نه. مان شاهه وٽ شڪايت نه ڪندس.“

”شل جڙيو رهين جهان ۾! اڄ ڇا مڪوءَ ماني موڪلائي اٿيئي؟ وري زبان نامراد خطا کاڌي نه! وڄ، يار، وڄ. پاڻ ماڻهو اتان ئي ٽا پير ڌاهيون. ڪٿي وڃون نه يارنهن جي پاڙ ۾.“

موليڏني جا قدم پٺتي هٽيا ۽ رام جي ڇپن ٿي

مرڪ ٻوڙي آئي. يڪا يڪ هو گنڀير ٿي ويو ۽ هن جي دماغ ۾ پڙاڏو ٿيو، "ڪهڙو نظام آهي؟ ڪو ڪليءَ دل سان صرف چرچو مسخري به نه ڪري سگهي!"

هن ٿورو اڳيرو وڌي در ٻيلي ماڻهن ڏانهن نهاريو. ڪڇيءَ پل تي هن کي ٻه استريون نظر آيون.

"شايد چنبيلي ۽ پريمي آهن،" هن سوچيو ۽ هن جي دل زور سان ڌڪ ڌڪ ڪرڻ لڳي.

هن ٻه چار قدم اڳتي وڌايا ته هن جي ڪنن تي چنبيليءَ جو آواز پيو، "ماستر اسان جي طرف ٿو اچي. گهڻو ڏسندو ته سڀي لاهي ڇڏيندو. مان ته وڃان ٿي."

رام ڏٺو - پريميءَ، چنبيليءَ کي ٻانهن کان وٺي وهاريو ۽ چيو، "هن گانڊوءَ کي اسان وٽ اچڻ جي همٿ ئي ڪا نه ٿيندي. هو پاڻ کان پاڻهي ئي واٽ وٺي هليو ويندو."

رام، سچ پچ، ڪن لاءِ، جمي ڀيهي ويو ۽ هنکي موٽي وڃڻ يا پراڻي گوٺ طرف وڃڻ جو ويچار آيو: پر هنجا قدم پنهنجي موٽڻ يا ساڄي وڃڻ، تنهن کان اڳ هن پنهنجو ارادو پڪو ڪري ورتو.

هو پل تي چڙهڻ لڳو. چنبيلي ان وچ ۾ پريميءَ کان پاڻ ڇڏائي بستيءَ ڏانهن ٻوڙڻ لڳي هئي. پريمي بي پرواهه هٺجي، پنهنجون لوڪايل ٽنگون تيزيءَ سان اوڏي رهي هئي.

رام ڪجهه وقت بيٺو، پوءِ چنبيليءَ واري جاءِ تي

ويهي رهيو.

پريميءَ کنڌ کي لوڏي، پيشانيءَ تي ڳڙي آيل وارن کي مٿي ڪيو ۽ گهاٽ مٺيرو جهلي پراڻي ڳوٺ طرف ڏسندي رهي.

رام پنهنجي جواب ڏيندڙ طاقت کي جمع ڪيو ۽ ڇڪيل آواز ۾ پڇيو، "خوش نه آهين؟..."

پريميءَ اکين ۽ ڪنڌ کي ڦيرائڻ ڌاران پڇيو، "مونکي پرچائڻ آيو آهين؟"

رام سوال جو ڪو جواب نه ڏيئي، هن جو هٿ ڪڙي ورتو.

پريميءَ شوخ نگاهن سان رام ڏانهن ڏٺو ۽ خشڪ آواز ۾ چيو، "منهنجو هٿ ورو چو پڪڙيو اٿيئي؟" هن هٿ ڇڏائڻ جي ڪوشش بلڪل ڪا نه ڪئي.

رام ٻئي هٿ سان هن جي هٿ تي ٺڦڪيون هڻندي جذباتي آواز ۾ چيو، "مان هاڻ هرگز تنهنجو هٿ نه ڇڏيندس..."

"اُهو، اوڙهه سان مغز ڏاري ڇڏيندءِ،" پريميءَ اکيون ڦرڙائي خشڪ آواز ۾ چيو ۽ پوءِ هڪ عجيب ٽهڪ ڏنو.

رام مرڪڻ جي ڪوشش ڪندي چيو، "مونکي پرواهه ناهي."

پريميءَ هن جي اکين ۾ اکيون وجهي چيو، "پوءِ اُن ڏينهن تو منهنجو هٿ ڇڏي ڇو ڏنو؟"

رام جي دل پڪاريو، ”مان شرمسار آهيان.“ پر هنجي زبان آلاپيو، ”ڳانڌو جو هوس.“ رام جي چپن تي مرڪ ناچ نچڻ لڳي.

پريميءَ پيار ڀري نئولي ڪندي چيو، ”هاڻ تون بهادر ٿي ويو آهين! ابي جي هڪ لوڙهه جهلي سگهندين؟ ڳلاب دادا جي هڪ مڪ سهي سگهندين؟...“

رام جذباتي نوع ۾ چيو، ”تون مون سان آهين ته مان تنهنجي ہستيءَ ۽ تئين پراڻي ڳوٺ جي ماڻهن جا وير، ڏڙڪا... سڀ ڪجهه سهڻ جي همت رکان ٿو.“

”ڏاڍو دلاور آهين! مان ڦري وڃانءِ ته؟“ پريميءَ ڪنڌ مٿي ڪيو ۽ پوءِ هن جي همت کي زور ڏيئي چيائين، ”منهن نه ڳهنجاءِ. بازيگر ڇوري وڃڻ جي پڪي ٿيندي آهي. هاڻي، ڪل به ڪٽي!“

رام مرڪي چيو، ”تون ڏاڍي سٺي آهين.“

پريميءَ ڪلي چيو، ”اڄ مون وهتوئي ڪونهي. ڪپڙا به مرض پيا اٿم...“ پوءِ نهايت گنڀير ٿي چيائين، ”مون پڻ به شروع ڪيو آهي... تون جو مونکي ڇڏي وئين.“

پوين لفظن ۽ انهن جي چوڻ جي نوع رام جي وويڪ کي يڪا يڪ بيدار ڪري ڇڏيو. وويڪ ڦتڪار وجهندي چيو، ”تون ٻروڪ هجڻ ڪانسواءِ هچارو به آهين. پريميءَ جي ارادن، اُمنگن ۽ مسرتن جو قاتل!...“

پريميءَ، هن جي گنڀير ڇهري تي نظرون وجهي، مڪم ارادي سان چيو، ”هاڻ مان وري نه پيندي س.

پل آيو، ﻫ اڌ ڪري وڃي.“

رام جي وويڪ جو آواز رام جي ذهن ۾ بلند ٿيو، ”توکي پنهنجي لاءِ روزگار جو بندوبست ڪرڻ سان گڏ پريميءَ لاءِ ﻫ ڪا عزت واري ڪرت ڳولهڻي پوندي...“

اَچانڪ پريمي اُٿي کڙي ٿي ۽ پاڻ سان گڏ رام کي اُٿاريائين. پريميءَ هنجي هٿ کي ڇهي ڏيندي چيو، ”هل، سونهينءَ جو ڪنارو ڏيئي ڏ، منهين ڏانهن ٿا هلون. هٿ اَبو يا ﺑﺴﺘﻲءَ جو ﺑﻴﻮ ڪو جيءُ ڏسي سگهيٿو.“

”ڇ چين ٿي؟“

”پنهنجي لاءِ ڏ. منهنجي پٺي شاهد آهي ڏ مان اڪڻ جهلي سگهندي آهيان. مونکي ڳڻتي تنهنجي آهي. تون اَبي جو هڪ اڪڻ کائي بيهوش ٿي ويندين.“

پريميءَ جو ٽهڪ فضا ۾ گونجيو. هوءَ رام کي ڇڪيندي، ڊ ربيلي مائنر جي ڪنڌي تي، پراڻي ڳوٺ جي اُتي پاسي ڇڪيندي ويئي.

رام پڇيو، ”منگوءَ توکي گهڻي مار ڏني؟“

پريميءَ بي پرواهيءَ سان چيو، ”هن، شاهه هٿان جيڪا مار کاڌي، تنهنجو بيٺو ٽيٺو بدلو مون ڪان چڪائي ورتو. هاڻ، مون تي هٿ هلائي ڏ مان تو وٽ ڀڄي اچان.“

رام سوچڻ لڳو، ”هيڏي سهڻ شڪتي، هيڏي معصوميت، هيڏو وشواس...“

پريميءَ اڃا به وڌيڪ معصوميت مان پڇيو، ”وڏا،
زميندار ۽ ساهوڪار، غريبن کي ستائن ڇو ٿا؟“

رام چيو، ”شاهوڪار ۽ غريب ڇو؟ پنهنجن ڇهن ڏينهن
۾ صحبت اُچار وساري ٿي ڇڏيئه! خير، مان وري توکي
سيکاريندس.“

پريميءَ کلي چيو، ”توهان اسانجي بستيءَ ۾ قدم
رکين ته وري سنگين لڳين ٻاهر نه نڪرين...“

يڪايڪ رام گنڀير ٿي پڇيو، ”تو مون تي ڪوڙو
الزام ڇو مڙهيو؟“

پريميءَ منهن مٿي ڪري پاڻ ٻيهي ۽ پاڻ سان گڏ
رام کي ٻيهاري، هن جي اکين ۾ اکيون وجهي پڇيو،
”ڪهڙو؟“

”چالاڪ ٿيڻ جي ڪوشش نه ڪر. منگوءَ، شاهه
جي مار ٿي ان ڪري کاڌي...“

پريمي هارڻ لڳي، رام به گڏوگڏ هارڻ لڳو.

پريميءَ چيو، ”ان ڏيهن مان حد کان وڌيڪ نراس
ٿي ويئي هيس...“

”۽ ان نراسائيءَ وچون...“

”ن، منهنجي دل جي پيڙا جو، ماءُ، گـــ، نه گهه...
غ، ها، غلط مطلب ڪيو. هن مون کان پڇڻ ڌاران اَبي
کي وڃي چيو. ۽ اَبو! شاهه وٽ ويـو سڱن کي، ڪن
۽ ڪپائي آيو...“

رام جي اندر واري آلاپيو، ”ڏس هن جي سچائي

۽ پيٽ ان کي پنهنجي...“

پريميءَ جي آواز هنکي ووڪ جي چنبي مان آزاد ڪرائي ڇڏيو. پريمي چئي رهي هئي، ”وري نه مونکي ڇڏي نه ويندين؟“

رام ڪلي چيو، ”مون جهڙي گانڌوءَ ۾ اها همت وري نه ايندي. هيئنر نه مان هڪ اهڙي ڪم بابت سوچي رهيو آهيان جنهن ۾ تون مان گڏ هونداسين؟“

پريميءَ ڪجائيندي چيو، ”تون پڙهيل ڳڙهيل ۽ مان صحيح اچار به نه ڪري ڄاڻان؛ تون ڀٽسي واري جو ڀاءُ، شاهه سائينءَ جو خاص دوست ۽ مان ويچاري نٽڻ بازيگر جي ڌيءُ- اسان گڏجي ڪم ڪهڙو ڪنداسين، ۽ ڪئن ڪنداسين؟“

رام ڪي ويچاريندي چيو، ”اوهانجي بستيءَ اڳيان، وائرڪورس جي ڀٽي پاسي واري ڀني، شاهه جي آهي نه!“

”پوءِ ڇا؟“

”ڪجهه نه... هاڻ، دنيا جي ڪا شڪتي اسانکي الڳ، نه ڪندي.“

”سچ پچ؟“

”تنهنجو قسم...“

پريمي ٻوڏ ۾ اچي ويئي. هنجي ٻانهن کي پنهنجي ٻانهن سان گڏ زور سان هيٺ مٿي لوڏڻ لڳي.

”شرم ٿوٿي!“

پريمي واقعي شرمائجي ويئي.

”هاڻ ڇجين ٿي نه، ته تون سچ پچ شرم ٿوٿي آهين؟“

پريميءَ اکيون مٽڪائي چيو، ”اونهون...“

”مرد جي هٿن ۾ جادو آهي. هن جي صرف هٿ پڪڙيندي عورت جي دل بهار ٿي ٿي وڃي؛ آها، شرم ٿوٿيءَ جيان ٽڙي ٿي پوي، نه؟“

پريميءَ وڏو ٽهڪ ڏنو ۽ چيو، ”شرم ٿوٿي ته مرد جي هٿ لڳڻ سان ڪومائجي ويندي آهي.“

هڪ استري ٻيءَ استريءَ کان سٺو آڻ ڇڪڻ واري نٿي ٿئي. چنبيليءَ شرارتي لهجي ۾ چيو، ”عورت عجيب شرم ٿوٿي آهي. مرد هٿ لائيس ته ٽڙي پوي. ۽ مرد رسي وڃي ته ڪومائجي وڃي. تون ٻه ته پنج ڇهه ڏينهن ڪومايل ڪلي هئينءَ ۽ اڄ گلابي گل ٽڙجي پيئي آهين!“

پريمي وري شرم وچان ڄمون رنگ ٿي ويئي.

چنبيليءَ چنچلتا سان چيو، ”ڪٿن، عجب شرم ٿوٿي آهين نه! منهنجي هٿ لڳڻ کان اڳ، صرف منهنجي اکيان اچڻ تي ٻوٽجڻ لڳي آهين مان هٿ لائيندي يسانءِ ته ٻلڪل ڪومائجي وينديءَ. شايد، نه ڪومائجين؛ ماستر جي ياد ساڻ ڪٺي آهين نه، تنهن ڪري.“

پريميءَ هن جو هٿ پڪڙي چيو، ”گهڻي جي

سامهون تون ۽...“

چنبيلي شرمائڻ لڳي پر فورا پاڻ سنڀالي جوابي حملو ڪيائين، ”اڄ ته تون نچندين، نه؟ بسنتي وري جهومڻ لڳندي. مان ماستر کي ماڻهو ٿي مڃان. مان ڍولڪ وڄائڻ سيکاريندي آهيانس. تو ڇهڙيءَ سکيءَ جي سانگي مان اينتري محنت ضرور ڪندي آهيس. هو وڏن شهرن مان ٿي آيو آهي. راڳ ته ايندو ئي هوندس، نه؟ هو ڍولڪ وڄائيندو، راڳ ڳائيندو ۽ تون نچندينءَ. ڪهڙو نه مزو ٿيندو!“ هوءَ تاڙيون وڄائڻ لڳي.

پريميءَ کلي چيو، ”راڳ ۽ ناچ کان اڳ ئي، هان؟“

”تون نچندينءَ نه؟“

”ضرور. تو ڇهڙيءَ سکيءَ کي ناراض ڪندي آهيس؟“

”ماستر کي ماڻهو مڃان نه؟“

”نه. مهنجا قدم لڙ ڪڙائڻ لڳندا هنجي سامهون...“

”آهين نه، شرم پوندي؟ ڇو...“

”شايد.“ پريمي هڪ دفعو وڌيڪ شرمائجڻ لڳي.

... ... ... ...

شاهه ۽ فيض محمد کي، رام کي گهرائڻ لاءِ، ماڻهو موڪلڻ جي ضرورت نه پيئي. هو پاڻ کان پاڻهي شاهه جي اوطاق اندر پيهي آيو.

شاهه رام جي دل جي خوشي هن جي چهري مان پڌري ورتي. چيائين، ”نوڪريءَ جو ڪو انتظار ٿيو

آهي، ڪٿي؟"

رام خالي موڙي ني ويهي چيو، "اڄا نه ٿيو آهي."

شاهه پڇيو، "پوءِ تنهنجي خوشيءَ جو ڪارڻ ڪهڙو آهي؟"

جواب فيض محمد ڏنو، "ممڪن آهي، پر محبتي دلين جي غلطفهمي دور ٿي ويئي هجي."

رام جو منهن ڪنهن حد تائين ڳاڙهو ٿي ويو.

شاهه ٺهڪ ڏنو ۽ چيو، "خشڪ هاري حقدار به محبت جا داءَ پيچ ڄاڻي ٿو."

فيض محمد مرڪي چيو، "هاري حقدار انساني جذبن ۽ اُمنگن جا پارکو آهن..."

رام سنجيدگيءَ سان چيو، "منهنجي پڙهڻ ختم ٿي آهي. مان پاڻ کي، تنهن ڪري هلڪو پيو پائيان."

شاهه پڇيو، "ڇاجي پڙهڻ؟"

رام ٿهائين گنڀيرتا سان وراڻيو، "منهنجي سامهون منزل صاف هئي، پر راهه صاف نه هئي. اڄ..."

شاهه مرڪي چيو، "ٺيڪ آهي: پلي پلي جاڻ آئي سا به نه پلي."

فيض محمد چيو، "آدرشي مقصد هوندي ڪا آدرش پسند راهه..."

"آدرشيءَ نه آدرشيءَ جو فيصلو ٺوڪي آهي،" رام محڪم ارادي سان چيو، "مون تنهنجي نقش قدمن تي هلڻ جو فيصلو ڪيو آهي."

شاهه ۽ فيض محمد ٻئي، عجب وچان رام جو چهرو تڪيندا رهيا. شاهه جي اوطاق جي ايوان ۾ ڪجهه وقت خاموشي طاري رهي.

مان جي مهر شاهه کولي. چيائين، "سبحان الله! هڪ هاري حقدار وڏيو..."

رام اچا به وڏيڪ دريءَ تا سان چيو، "هاري حقدار جو نعرو بلند ڪرڻ ڪان اڳ، مان هاري ٻڌجي رهيو آهيان."

شاهه جي زبان مان بي اختيار نڪري ويو، "هاري!"

فيض محمد جي دل ۾ هڪ اُميد ايري ٿي، اها يڪايڪ پست ٿجي وئي. نراسائيءَ واري نوع ۾ چيائين، "اُهائي آدرش پسندي، اُهوئي گانڌي مارڳ. منهنجا دوست! هاري حقدار جو نعرو بلند ڪرڻ جو مطلب اهو نه آهي ته هاري ٻڌجي وڃجي، پنهنجن هٿن سان هر هلائجي، پوک ڪجي. منهنجي نظر ۾، سچي هاري حقدار لاءِ صرف اهو لازمي آهي ته هو پنهنجي قسمت هارين سان ڳنڍي ڇڏي، هنن سان سندن ڏک سک ۾ همشريڪ ٿئي. ۽... ۽ ساڻن سندن بهتر زندگيءَ لاءِ جدوجهد ۾ ٻانهن ٻيلي ٿي بيهي. پڙهيل ڳڙهيل، دماغي طور ۽ عملي طرح هارين ۽ پورهيتن سان ساٿ ڏين ته ڪافي آهي."

رام آهستي، مگر دريءَ تا سان پڇيو، "هارين سان گڏ هاري ٿجي وڃڻ ۾ حرج نه ناهي؟"

فيض محمد وراڻيو، ”هرج ڪونهي، سا ڳئي وقت ضرورت نه ڪانهي. تون پنهنجي علم ۽ عقل سان هارين جي جماعتبندي ۽ زميندارن خلاف هلچل ۾ حمايتي ٿي، ڪاريه ڪي وڏ يڪ هٿي ڏيئي سگهندين. تنهنجو ڇا خيال آهي، شاهه صاحب؟“

”ٻئي عالم عاقل آهيو،“ ”شاهه مرڪي چيو، ”مان بلڪل ٻي طرفدار آهيان. اوهان هڪ ٻئي کي سمجهائي سرچائي سگهو ٿا...“

رام چيو، ”مان سمجهائتو ته مان هارپو ڪندي به علم ۽ عقل سلامت رکي سگهندس. منهنجو علم ۽ عقل تنهنجي ڪتب ايندو ته مان پاڻکي خوش قسمت سمجهندس.“

شاهه، فيض محمد کي چيو، ”باقي ڇا ڪهڻي؟“ پوء گنڀير ٿي رام کي چيائين، ”اڄ، جڏهن ۾ اچي، ممڪن آهي، هارپي کي ٻارن جو کيل ڪري سمجهندو هجين. ڪيئي ڪرڻ، مکڻ جي شيخ پڇا ڻٺي آهي. تون سکن جو پاليل، هارپي جا ڏجها سهي نه سگهندين...“

رام چيو، ”شاهه صاحب، مون مس مس پنهنجي جيوت جو عملي مارگ چونڊيو آهي. شروعات ۾ ئي دل شڪستو نه ڪريم. اوهان ٻنهي کي ته منهنجي حمايت ڪرڻ کپي. اوهان، هيڪاري، منهنجي ارادي جي ڪمر ٽوڙڻ لاء سندرو ٻڌي ويٺا آهيو.“

فيض محمد سنجيدگيءَ سان چيو، ”منهنجي ياري

۾ غلط فهميءَ جو شڪار نہ ٿيءُ. منهنجو مطلب تہ ڪي داشڪستہ ڪرڻ جو هرگز آهي. البت، مان آدرش پسند نظريہ مٿان حقيقت پسند نظريہ کي ترجيح ٿو ڏيان. ان جو بہ سبب آهي. آدرش پسندي گهڻو تڻو تہ وس حقيقتن کي نظر انداز ڪري ٿي وهندي جنهن ڪري اها چئن ڏينهن جو چٽڪوئي رهجي ويندي آهي. هارين جي حمايت لاءِ هاري بڻجي وڃڻ لاشڪ اعليٰ آدرشي جذبو آهي، پر تون اُن تي يا عمر عمل ڪندو رهندين، ان ۾ مونکي گهڻو شڪ آهي."

"مان ان تي عمل ڪري ڏيکاريانءِ نہ؟" رام پڇيو.

فيض محمد ورايو، "مان خوش ٿيندس ٿي، گڏو گڏ تنهنجي راهہ عمل کي داد بہ ڏيندس."

شاهہ فضا کي نمڪين ڪرڻ جي ارادي سان چيو، "اهو ڪهڙو 'خوش قسمت' زميندار آهي جنهن جي ٻنين تي اک وڌي اٿيئي؟"

رام چيو، "بازيگرن جي بستيءَ اڳيان، واٽر ڪورس جي ٻيءَ پر اوهانجي ٻني آهي نہ؟..."

فيض محمد کلي چيو، "مون اڳيئي ڄاتو ٿي، اهو خوش قسمت شاهہ علي اڪبر کان سواءِ ٻيو ڪو ٿي نٿو سگهي."

"مان جيڪر خوشيءَ سان اهو ممتاز مرتبو قبول فرمايان،" شاهہ چيو، "ليڪن حقيقت اها آهي تہ منهنجي والد مرحوم اها ٻني مڪي ٻولو مل وٽ گهہ رکي هئي. مون

۽ اها ڇڏائي آهي، ۽ وري ويـاج ئي ڀريو آهي. ان ۾ ڪيتي ڪرڻ کان اڳ، مڪيءَ کان پڇڻو پوندو."

فيض محمد چيو، "۽ مڪي اهڙي اجازت رام جي حالت ۾ نه ڏيندو، خاص ڪري ڪالهوڪي واقع ڪانپوءِ."

شاهه چيو، "مان تو لکي واهه جي پرينءَ پر وارين ٻنين مان هڪ نمبر رام کي ڏيڻ لاءِ تيار آهيان. بازيگرن جي بستيءَ جي سامهون واري ٻنيءَ ۾ بازيگر سدائين پيا ڪوئس ڪندا. اُن پڇندو ته راتو واهه ٻـرو ڏيئي ويندا..."

رام شاهه کي اڌ ۾ ڪٽي چيو، "مان بازيگرن جي بستيءَ واري ٻنيءَ ۾ ئي ڪيتي ڪندس. مان ان ۾ پاڻسان گڏ بازيگرن کي به رنيائيندس. ايمانداريءَ جي پورهئي ملڻ بعد، بازيگر گناهه ڀري جيوت کان ڪنارو ڪندا، اها مونکي پڪ آهي."

فيض محمد، اُنساهت تي، جـذبي ۾ اچي، چيو، "سچ پچ تو صحيح راهه پڪڙي تي ڏسجي. سنڌ ۾ ڪو آهرينو طريقي تي ڪيتي ڪرڻ جي اصـول کي، تنهنجو اهو تجربو واقعي اوج ڏيندو. مان توسان هـر ممڪن طريقي سهڪار ڪرڻ لاءِ تيار آهيان. شاهه صاحب، تون به دل مـن نه هڻ. ان ٻنيءَ جو قبضو ته رام کي ڏيئي ڇڏ. مڪيءَ جي اعتراض ۽ رڪاوٽن کي پوءِ ڏسي وٺنداسين."

شاهه دستوري نوع ۾ چيو، ”مان قبضو اڄ ئي ڏيڻ سگهانٿو. سوال آهي، مڪي يا شيوڪ طرفان ڪا اڻ چڻ پيئي ته پوءِ رام کي ڪافي تڪليف در پيش، ايندي. تون لاهي پاهي لنگهو تي بيٺو آهين.“ شاهه وري چيو، ”خاص ڪري جڏهن مڪي ۽ هنجو پٽ مختيارڪار جي هٿن ۾ ڪيلي رهيا آهن تڏهن...“

فيض محمد، شاهه کي جملو پورو ڪرڻ نه ڏنو. هڪدم چيائين، ”زوراور پادشاهه، لڳي ٿو ڪڙ تي آئو. اسان کي ڏاڍن جي حملي لاءِ به تيار رهڻ کپي ته مٿن جوابي حملي ڪرڻ کان آنا ڪاني ڪرڻ نه کپي. جيڪي اڪرين ۾ مٿا وجهندا سي پاڻ ۽ ته مهرين کان ڊڄندا؟ رام تي ڪا آفت پري ايندي ته مان پري کان ليهي تماشو ڪو نه ڏسندس. اها توکي ۽ رام - ٻنهي کي خاطري هجڻ کپي. مڪي ۽ سان جدوجهد ۾ رام اڪيلو نه هوندو ساڻس گڏ تون مان نه هونداسين، بازيگر به هوندا، انهن کانسواءِ هوندا ٿر جا سڀ هاري، غيرتمند پورهيت ۽ ترقي پسند نوجوان.“

رام چيو، ”شاهه صاحب، ڪا به نئين ڳالهه شروع ڪرڻ وقت تڪليفون ۽ رڪاوٽون اينديون ئي. لنهن ڪري چا پراڻن ڳالهين کي ڇهڻي پئبو. مونکي خبر آهي ته مڪي ۽ هن جي پٽ کان سواءِ منهنجو پاءُ، پيٽوپو ۽ منهنجي ماءُ به منهنجي ان ويچار جي مخالفت ڪندا. هاڻ، هنن جي مخالفت کي ڪڙهجي يا اڳتي قدم کڻجي؟

يقينا اڳتي قدم، خاص ڪري جڏهن اهو قدم صحيح راهه تي اڳتي وڌڻ وارو آهي."

شاهه کي قدر ڏکويل آواز ۾ چيو، "دوستو، مان پنهنجي وت آهر اوهان جي، مدد ڪندس ٿي. اوهان صحيح راهه تي آهيو، اها به خاطري اٿم ۽ پوءِ به نڄاڻا وسوسن ڀري دل بار بار مونکي ائين ٿي چوي ته مان اوهان جي حمايت ڪرڻ سان اوهانکي هيڪاري وڌيڪ ٻوهي ۾ وجهندو ٿو رهان."

فيض محمد محڪم ارادي سان چيو، "شاهه صاحب، اهو تنهنجو وهم آهي. اسانکي ته ڇا، ٿر جي سڄيءَ ترقي پسند تحريڪ کي تنهنجي همدرديءَ ۽ حمايت جو قدر آهي. پر اها ڳالهه صحيح نه ٿي ٿي سگهي ته تون مدد نه ڪندين ته اسان پنهنجي اپنايل ڪنڌن چانئين وات تان هٽي ويندا سين. منهنجي باري ۾، مان نٿو سمجهان، ته تنهنجي دل ڪڏهن اهڙي شاهدي ڀري هوندي. اڄ ته رام به مڪمل ريت شيخ ٿي ويو آهي. هاڻ، هنجي مڪمل تبديليءَ جي عزت افزائي ڪرڻ لاءِ مرغي ته ڪاراءِ."

شاهه عثمان کي سڏي پڇيو، "حويليءَ ۾ ترڪاري ڪهڙي تيار ٿي آهي؟"

عثمان وراڻيو، "ٻوڙ..."

"ٻوڙ ته هوندو ٿي، ٻڪريءَ جو آهي يا..."

"سائين، ماڇين وٽان سڀ مرغي آندي هيم."

فيض محمد چيو، ”تنهنجا پيا جيئن، عثمان ...“

عثمان مرڪي چيو، ”مون اڃا شادي ئي نہ ڪئي آهي.“

”دلجاءِ ڪر، ميان!“ شاهہ چيو، ”فيضو توکي ڪا ڪلهوڙي وٺي ڏيندو.“

فيضوءَ ٺهڪ ڏيئي چيو، ”دلجاءِ ڪر. منهنجي هوندي تنهنجو ڌڙ تڪائي نہ ڪائيندو.“

شاهہ ٽنوليءَ واري نوع ۾ چيو، ”عثمان جيڪڏهن گڏهہ هوندو تہ تنهنجي ان دلجاءِ تي اعتبار ڪندو.“

عثمان چوڻ چاهيو، ”قبلا، مان پيو سڀ ڪجهہ ٿي سگهانٿو، هڪ گڏهہ نہ.“ پر هنجي زبان مان نڪتو، ”قبلا، ماڻي آڻيان؟“

”نيڪي اور پوڇ پوڇ؟“ فيض محمد چيو. پوءِ شاهہ ڏانهن منهن ڪري چيائين، ”ڄاڙي هٿڻ سان بہ شايد بک ۾ اضافو ٿو ٿئي.“

*　　　*　　　*　　　*

روٽي کائي ٽيئي دوست ٽنگون ساهڻ لاءِ اوطاق کان ٻاهر نڪتا.

شاهہ پڇيو، ”ونجوٽي راند ڏسڻ هلون؟“

فيض محمد وراڻيو، ”اڄوڪو ڏينهن مبارڪ آهي. هلو تہ راڳ ٻڌون ۽ ناچ ڏسون.“

رام اُتساهہ ۾ اچي چيو، ”بازيگرن جي بستيءَ ۾!“ اُتيئي اُتساهہ رهت لهجي ۾ چيائين، ”اُتي دير ٿي ويندي.

شاهه هلڪي آڏ ۾ ڪنڌ ڪئي چيو، ”آمڙ جي اوسيڙي جو نمونو ته مان اڄ اوتو ڏٺو آهي! بازيگرن کان ڇوڪريون ته پوءِ هنن سان گڏ ڪم ڪٿي ڪنديون؟“

جواب فيض محمد ڏنو، ”بازيگرن کان ڪو نه ڇوڪريون هوندو. هي ڇوڪريون هوندو پريمي جي شوخ نگاهن ۽ چنچل ادائن کان.“ هن رام ڏانهن نهاري ڪلڪي پڇيو، ”ڪٿي مان ٺيڪ ته چوان نه؟“

رام ڪجهه نه ڪڇيو. شاهه مرڪي چيو، ”دل ۾ هر ڪو، ٻاهران ٻڌ ڏي. محبت جون گتيون به عجيب آهن.“ پوءِ ڪي قدر گنڀير ٿي چيائين، ”بازيگر توسان سات ڏيندائي ڪو نه. جن عمر وڃائي حرام جي مال هٿ ڪرڻ تي، تن جا هٿ حلال جي پورهئي تي هرندائي ڪو نه.“

فيض محمد چيو، ”شاهه صاحب، توهان ۾ پليل آهين. انسان، حرام جي راهه ۽ گناهه جي وات مجبوري کان شروع ڪري يا سهنجائي کان اختيار ڪري پر هن ۾ ان کان بيزاري جو دليل يا اپريل احساس ڪڏهن نه ڪڏهن اڀوئي وڃي ٿو. ممڪن آهي ته گهڻن بازيگرن ۾ اهو احساس اڃا نه اڀريو هجي، پر هنن ۾ اهو احساس ۾ اهو احساس ايندو ئي ڪو نه، مان ائين مڃڻ وارو ڪين آهيان. هڪوار هنن ۾ اهو احساس پيدا ٿيو يا پيدا ڪيو ويو ته هنن جي رڳن ۾ نئون خون وري ايندو ۽ هو گهڻن

هارين ۽ پورهيتن کان وڌيڪ محنت ڪرڻ لڳندا. هو ۽ ٻه انسان ٻيادي طرح ايمانداريءَ ۾ وشواس ڪندڙ جيئو آهي، هنکي بي ايمان بڻايو ويئو يا ايمانداريءَ کان بدظن ڪيو ويئو." فيض محمد پنهنجي ساٿين جي راءِ زنيءَ لاءِ ڪن ساعت ترسيو، پوءِ چيائين، "مان ائين نٿو چوان ته رام هر ڪٺي ٻيهندو ته بازيگر پاڻ کان پاڻهي هن جا همراهه اچي بڻبا. بازيگرن کي نئين راهه اختيار ڪرڻ لاءِ مڃائڻ لاءِ مشاڪت ڪرڻي ئي پوندي. اها مشاڪت اجائي نه ويندي، مان صرف ان ڳالهه تي زور ڏيڻ ٿو چاهيان."

ٻيئي دوست، شاهه جي اوطاق کان هلندا، ننڍين ڳوٺ جي ننڍي بزار ۾ اچي پهتا هئا. سڄي بزار بند ٿي ويئي هئي. صرف حڪومتراءِ پساريءَ جو هٽ کليل هو، سوداگيريءَ جي لحاظ کان نه. حڪومتراءِ چڙوچاند هو، دڪان هنجو گهر هو، رنڊو هو، سڀ ڪجهه هو. ڳوٺ جا واندا مل، سرڪاري پينشنر ڪاڏي پيٽي جي اوکيا پوکيا لاهي هر رات حڪومتراءِ جي دڪان ٻاهران چلم جي چوڌاري وهندا هئا. چلم جا ڦڙڪا ته نه ڪرندا هئا، ان کان تيز رفتار سان هنن جي زبانن مان لفظ نڪرندا هئا. سڄي دنيا جي واءَ سواءَ جي ڏيوٺ ته ئيندي ئي هئي پر ان کان وڌيڪ زور هوندي هئي هنن جي ڳوٺ، پرڳڻي، ملڪ ۽ دنيا جي مسئلن تي راءِ زنيءَ ۽ هر ڪنهن وٽ هر مسئلي جو حل، زباني ئي سهين، هڪيو حاضر

هوندو هو.

رٽائرڊ هيڊ منشيءَ، مسٽر اولو مل هن ٽه ياريءَ کي بري کان ايندو ڏسي چيو، ”دنيا جا ٻگ ــ ٽري (سٽالن، روز ويلٽ ۽ چرچل) جنگ ــ هلندي، امن امان قائم رکڻ جي ناليءَ ۾ ملندا هئا ۽ جنگ ــ جاري رکڻ لاءِ صلاح مصلحت ڪندا هئا: هيءَ ٽي پڳون به سماجي بهتريءَ جي ناليءَ ۾ ٽر جي شانتي نشٽ ڪرڻ تي ڪمر ڪشي بيٺا آهن...“

رٽائرڊ سرويئر، مسٽر شوڪتراءِ هنڪي اٿ ۾ ڪٿي چيو، ”دائمي صاحب کان اڳ ــ مونمار لڙائيءَ جي ضرورت آهي...“

رٽائرڊ انڪم ٽئڪس اگزئمنر، مسٽر هيراٽيءَ چيو، ”شاهه، فيض محمد کي هشي ڏني آهي نه ته قاضيءَ جي پٽ جي ڇا مجال جو زميندارن ۽ سرڪاري عملدارن سان سينو ساهي؟...“

اولو مل چيو، ”ڏهه شاهه ڪٺي فيضوءَ جي حمايت ڪن پر سرڪاري عملدارن سان سينو ساهڻ جو نتيجو يا جيل يا دائمي تڪليف...“

رٽائرڊ ڊپٽي ڪمشنر، مسٽر تاراچند چيو، ”فيض محمد رپ آهي. هو جيل ويندو، ٽڪليفون سهندو پر ...“ هن پاڻ کان پاڙهي جملو اڌ ۾ ڇڏي ڏنو.

ٽه ياري ويجهو اچي وڃي هئي. سڀ اٿي بيٺا.

هيراٽيءَ چيو، ”شاهه صاحب! اچو، وهو...“

شاهه پنهنجن ساٿين کي چيو، ”اوهان هلندا ٿيو.
مان بن چئن منٽن ۾ اچي ٿو گڏجان ٿو.“
فيض محمد ۽ رام چپ چاپ ڪجهه اڳيرو وڌي ويا.
پوءِ فيض محمد چيو ”مان هڪ ڳالهه پڇان؟ تو اڳيرون
چيو، ’منهنجي پڙهائي اڄ ختم ٿي آهي.‘ اڄ ڇا تنهنجي
زندگيءَ ۾ ڪو خاص واقعو ٿيو آهي؟“
”تنهنجي نظر ۾ ’خاص واقعو‘ ڪهڙو ٿي سگهيٿو،
ان بابت مان پڪ سان ڪي نٿو چئي سگهان. اها ڳالهه،
جنهن منهنجي زندگيءَ کي موڙيو آهي، سا جيڪڏهن
تنهنجي لاءِ خاص واقعو آهي ته اڄ به خاص واقعا ٿيا
آهن. پهريون آهي، منهنجي پيڙهيءَ جي خط جو منهنجي
نظرن مان لنگهي دل دماغ کي حرڪت ۾ آڻڻ جو
واقعو...“
”هن اهڙي ڪهڙي ڳالهه لکي جو...“
رام هنجي جملي پوري ٿيڻ جو انتظار نه ڪري،
وچ ۾ ٽوڪي چيو، ”ائين ته هن مون لاءِ اسيمبلي ميمبر ٿيڻ
جي راهه کولي آهي. سنڌس چئي پٺاندر هلندي، وقتي
مان وزير به ٿيڻجي وڃان. گڏو گڏ، هن توکي ضلع جي
امن امان جو دشمن سڏيو آهي ۽ گانڌيجيءَ جي ٽرسٽيشپ
جو واسطو وجهي مونکي توکان پري رهڻ جي صلاح ڏني
آهي.“
فيض محمد هلڪو ٽهڪ ڏئي چيو، ”هن آدرشواد
جي اثر هيٺ من وڻيا جو نقطو وساري ڇڏيو. هن،

توکي مون کان بدظن ڪرڻ لاءِ جلد بازي ڪئي ۽
عملي طرح توکي منهنجي طرف ڌڪي ڇڏيو. هڪ ڳالهه
ڪري ڇڳوئي ٿيو...“

رام سنجيدگيءَ سان چيو، ”دادا جي خط منهنجي
دل دماغ ۾ ولوڙا ضرور وڌا ليڪن ڪو اوچتو انقلاب
ڪين آندائين. مان اڳ ۾ ئي تنهنجي ڪوشش ڪي عزت
جي نگاهن سان ڏسندو هوس...“

فيض محمد پنهنجي ثنا خوانيءَ کي اڳتي وڌڻ نه ڏنو.
پڇيائين، ”اڄ بيو ڪهڙو واقعو ٿيو؟“

رام جي دل چيو،”تون محبت کي ايتري اهميت ئي
ڪانه ڏيندو هوندين؟ پوءِ تو سان ذڪر ڪري پاڻ کي
ڪلڻ هاب ڇو ڪريان؟“

فيض محمد، رام کي ڪو جواب نه ڏسي وري پڇيو،
”پيمن توکي اهو دڙڪو نه ڏنو يا پيڻوئي جي چئي
مطابق هل يا گهر مان...“

رام هنکي اڌ ۾ ڪٽي چيو، ”پائو اهڙو جلد باز نه
آهي.“

فيض محمد، لفظن تي ڪي قدر وڌيڪ زور ڏيندي
چيو، ”تڏهن پلا ڪئن ڪاهه ٿي؟ ابراهيم جي گرفتاريءَ
تي تنهنجي دماغ کي چوٽ نه رسائي.

”ابراهيم جي گرفتاريءَ جو مون تي اثر ضرور ٿيو
پر ان مونکي موڙيو ڪونه. ايمانداري اها آهي. مان
سمجهاڻو نه مون کان گهڻو وڌيڪ، تون ابراهيم ۽ بين

هارين جي عملي حمايت ڪري سگهين ٿو، ڪرين ٿو پيو. مان، اڳهرون، ڪنهن بيءَ ذاتي گهٽنا جو ذڪر ڪري رهيو هوس. تنهنجي لاءِ، شايد، ذاتي گهٽنائن کي ڪا اهميت نه هجي. پر اهي ذاتي گهٽنائون، جيوت کي بهتريءَ يا بدتريءَ طرف موڙينديون آهن، تون ان حقيقت کان، مان سمجهان ٿو، انڪاري نه هوندين."

"ان ڳالهه سان بازيگر ڇوڪريءَ پريميءَ جو واسطو هوندو."

"جيڪي هن ۽ منهنجي بابت ٻنهي ڳوٺن ۾ افواه ڦهليل آهن، انهن ۾ ڪا صداقت ڪانهي، اهڙو وشواس گهٽ ۾ گهٽ توکي هجڻ کپي. البت، هن کي مان..."

رام هڪ ڪي بيهي رهيو. پوءِ همت ڪري چئي ڏنائين، "هن مون سانگي پنڻ ڇڏي ڏنو آهي. مونکي سنديس سانگي ڪجهه نه ڪرڻ کپي."

فيض محمد اول ته ڪجهه نه ڪڇيو. ٿوري دير بعد چيائين، "مان ذاتي مسئلن جي زندگي تي اثر جي اهميت کان منڪر نه آهيان. پر ايترو ضرور سمجهان ٿو ته ذاتي مسئلا ڪڏهن ڪڏهن جذباتي حل به ڀونديندا آهن ۽ جذبات جي اثر هيٺ فيصلا ديرپا نه هوندا آهن. اهي، اڪثر، غلط به ٿيندا آهن. تون پنهنجي ۽ پريميءَ جي روزگار بنسبت جنهن نتيجي تي پهتو آهين، اهو غلط ته نه آهي. ليڪن تون گهڻا ڏينهن اُن تي محڪم رهندين، ان جو دار مدار گهڻي ڀاڱي ان تي آهي ته تنهنجي

جدائيءَ جيان وچ ۾ اَڏيل پل ڪيترو وقت ٿي جُٽاءِ ڪري.”

رام ڏڍيتا سان چيو، ”منهنجي فيصلي ۾ منهنجي دماغ جو هٿ آهي. تنهن کان سواءِ شاهه جي مدد ۽ اُن کان وڌيڪ تنهنجي رهبريءَ جو ڏيو هر وقت رهندو. تنهن ڪري مان نٿو سمجهان ته ڪو منهنجو من ڦري ويندو.”

شاهه هنن پيرو ٿيندي چيو، ”ارادو بازيگرن جي بستيءَ ۾ هلڻ جو ڪيو هوسين، اوهان ته ٻراٽي ڳوٺ جي سڙڪ ڏي ٻو پيا هلو.”

ٽيئي دوست ساڄي طرف هڪ ٻنيءَ ۾ لڙي ويا.

... ... ...

بازيگرن جي بستيءَ جو هر رات وارو شغل پنهنجي نالي سان هوندو هو. اڄ، اُن شغل ۾ رنگين شدت اچي ويئي هئي...

پريميءَ جا پير زمين تي نٿي پيا. ڍولڪ جي تال تي هوءَ، هوا ۾ نچي رهي هئي. هن جي گلي جي ڪوئل بول ۾ اچي خوشيءَ جا نغما ڳائي رهي هئي. ڏسندڙ جهومي رهيا هئا، هن جي هر ادا تي سؤ وار صدقي ٿيڻ جا بول ٻولي رهيا هئا. شيامون، شراب جي شيشي هوا ۾ لوڏي مستيءَ ۾ جهومر هڻي رهيو هو. گهنو، لٺ جي سهاري، هڪ ٽنگ، کي ٻيءَ ٽنگ، پٺيان وڪڙ ڏيئي، بيٺو هوءِ چنبيليءَ جي ڍولڪ وڄائڻ جي فن کي دل ئي دل اندر داد ڏيئي ڪنڌ جي لوڏ سان

پريميءَ جي راڳ ۽ ناچ تي واهه واهه ڪري رهيو هو. گلاب داداڻي، ورهيه اڳ، ڪنهن ڇوريءَ هٿ آيل پراڻي وڃي ڪي وڃائي، پريميءَ جي راڳ ۽ ناچ کي تسال ڀڃڻ جي ڪوشش ڪندو، نوان نوان سر ڪڍي رهيو هو. ٻيڙي مومل پنهنجي جيوت جي خزان ۾ ڀيڙڻ وساري پريميءَ جي زندگيءَ جي بهار جي اوٽ ۾ پنهنجون بهاريون ياد ڪري گڏ گڏ تي رهي هئي. چنبيلي، پريميءَ جي فن ۾ وري آيل نئين قوت جي پس منظر مان واقف هجڻ ڪري، ٻي واڪ نهايت تيزيءَ سان ٿي هلائي پر راڳ ۽ ناچ سان اڄ تال ملائڻ هن لاءِ جڻ پوءِ ٽئن ڪنن ٽيندو ٿي ويو.

پريميءَ جي دل جي سموري خوشي هن جي هر لفظ ۽ هر ادا ۾ سمائجڻ لاءِ غضب جي شدت سان سرگردان هئي.

ٻاهر گڏ گڏ تي تاڙيون وڃائي رهيا هئا. اُهي تاڙيون ٽڪڙيون، اڃا ٻه ٽڪڙيون وڃنديون ٿي رهيون... اچانڪ... ڪنهن رڙ ڪري چيو، ”ماستر تو اچي...“

ٻئي چيو، ”شاهه ٻه ساڻ اٿس...“

ٻاهرين جون تاڙيون ٻه ريون ٿي ويون. ناچ ۽ راڳ، ان کان اڳ، بيهي ويو. ٻي واڪ وڃندي وڃندي رڪجي ويئي. چنبيليءَ، پڳهر سان شل پريميءَ کي چيو، ”شرم ٻوتي!“

پريميءَ ٽڪان قدمن، شرميلن نيڻن ۽ ڌڙڪندڙ دل

سان پنهنجي جهوپڙيءَ ڏانهن رخ رکيو.

شاهه ٻستيءَ جي ڪڙهه ٻاسيري ڪري چيو، ”اسان رنگ، ڏسڻ آيا آهيون، هت نه رنگ، نه ٻيرنگ، پڌجي ويو.“

فيض محمد ٽوڪ ڏيئي چيو، ”تنهنجي شاهي مهانگي پئجي ويئي.“

رام ڌڙڪندڙ دل جي منبلائيندڙ جذبن جي وڪڙ ۾ اچي ڇڇريل آواز ۾ چيو، ”ٻرڀمي ٻيهه نه سهين.“

ٻريميءَ جا قدم رڪجي ويا؛ هن ڪنڌ اڌ پاسيرو ڪيو، وري منهن ڦيري جهڪائي ڇڏيو.

رام ۾ جذبي ۾ اچي سڏ ته ڪري ويٺو پر پنهنجن دوستن جي موجودگيءَ ۾ هنکي همت نه ٿي جو اڳتي وڌي وڃي.

شاهه، رام جي دل جي جهجهڪ جو اُلٽو مطلب ڪڍيو. هن رعبدار آواز ۾ چيو، ”اڳتي وڌ نه. منهنجي ڪنهن جي مجال آهي جو تنهنجي راهه ۾ رڪاوٽ وجهي.“

سڀ بازيگر مرد، استريون ۽ ٻار اڳي ئي هراسجي ويا هئا. ويتر شاهه جو بلند آواز ٻڌي هن سيني جا ٻيڙ ٻرا ٿي ويا.

رام کي به شاهه جو اهو ئي وقتو رعب اُگرو لڳو. هن جي همت ٿهائين پست پئجي ويئي...

فيض محمد، شاهه کي چوڻ تي هو پر غم کائي ويو.

پريميءَ کي شاهه جو رعب للڪار ڀاسيو. هن جو حياءَ پر ڪري اڏامي ويو، هن جي جهجهڪ ڦڙتيءَ ۾ بدلجي ويئي ۽ هوءَ اکين مان چڻگاريون وسائيندي رام جي اڳيان وڌي آئي.

رام بي اختيار ٻه قدم پٺتي هٽي ويو.

پريميءَ غصي مان چپ ڦڙڪائيندي چيو، "گيدي، پٺتي هٽي وئين! اڪيلو نه اچي ڏسين ها هن بستيءَ ۾."

شاهه پريميءَ ڏانهن وڌڻ لڳو. فيض محمد، جنهن جي دل خوشيءَ ۽ فخر جي مليل جهليل ڀاوَ سان ڀرجي ويئي هئي، شاهه جي ٻانهن پڪڙي هن کي پٺيان هٽايو. فيض محمد پاڻ پريميءَ طرف وڌندي چيو، "اسان بستيءَ ۾ ڪنهن خراب ارادي سان نه آيا آهيون."

رام جي همت ٻه موٽي آئي. چيائين، "اسان نه تنهنجي راڳ ۽ ناچ جو لطف وٺڻ جي ارادي سان آيا آهيون."

پريميءَ خشڪ آواز ۾ پڇيو، "پوءِ ڏمڪين سان ڳالهائڻ جي ڪهڙي ج... ضرورت هئي؟"

فيض محمد، شاهه ڏانهن منهن ڪري چيو، "واهه جا همت واري آهي."

شاهه ٻه ان وچ ۾ موقعي جي نزاڪت محسوس ڪري ورتي هئي؛ چيائين، "دوست، قسمت وارو آهين."

پريمي وري شرم ٻوٽي بڻجي ويئي ۽ رام جي چپن تي انوکي مرڪ رقص ڪرڻ لڳي.

ساري بستيءَ جا باشندا هراس ۽ ذليل غصي جا

ڀڄندا ٻاهر پريميءَ جي پنيان هن طرف وڌي آيا هئا. هارڻ سيٺ جا ڀت سندوان ٿيا.

گلاب دادا رڪائيءَ سان چيو، ”آيا آهيو راڳ ٻڌڻ، پوءِ ته اسان تي ڌڪ وجهو.“

بسنتيءَ جي مکيءَ چنوءَ هڻ کي جهڙڪيندي چيو، ”تون چپ رهه.“ پوءِ هو قدم اڳتي وڌي چيائين، ”پلي آيا! اسانجو سر به اوهانجي ملڪ آهي.“

فيض محمد دل ئي دل ۾ چيو، ”ٻڌا، ان مروت ئي ته اوهانکي منو آهي.“

بسنتيءَ جي پڊر ۾ بسنتيءَ جي سنڌي ۾ سنڌي ڪٿ پڌار جي ويٺي، ان مٿان ٺٺون ٺڪورو ٽڏو وڇائجي ويو ۽ ڪير سان پريل ٿي وٺا اچي ويا.

فيض محمد ڌيل آواز ۾ پرسان ويٺل رام کي چيو، ”هاڻي ئي ٿا ايڏي خوشامد ڪن؛ شادي ٿي وڃڻ بعد ته نہ معلوم ڇا ڪندا؟“

شاهه سر وڻانيندي چيو، ”پوءِ ته اُها جاءِ ئي نہ ايندن جو ڪٽي اسانکي وهارن.“

رام چيو، ”هيءَ خوشامد شاهه جي صدقي ٿي رهي آهي.“

تورو ڀرپرو چنبيليءَ پريميءَ کي آهستي چيو، ”وڏا گهنگهرو ڪٽي اچان، پيءَ طرح تهنجا پير زمين تي نہ پوندا.“

پريميءَ وڏي واڪي چيو، ”جيسين شاهه اگهرونڪي

ڏمڪيءَ لاءِ پيشاڳ نه ڪندو تيسين منهنجو موچڙو به نه نپيندو.“

فيض محمد، شاهه ڏانهن نهاري چيو، ”ٻڌين ٿو؟“

شاهه جو منهن اڳيئي گهنجي ويو هو. چيائين، ”اوهان منهنجي وقار آڏو اچي رهيا آهيو نه ته مان هٿ هڪ جهٽي جو نڪ مان ور لاهي سگهان ٿو.“

رام ڪٿ تان لهي پريميءَ ڏانهن وڌي ويو.

فيض محمد شاهه کي چيو، ”هن جي جرئت ڏمر جي قابل ته نه آهي.“

”تون ائين ڇو نه چوندين؟ تون شاهه جو نه آهين.“

فيض محمد خاموش رهڻ غنيمت سمجهيو.

رام جي ويجهي اچڻ تي چنبيلي پرتي کسڪي ويئي.

رام پريميءَ کي چيو، ”تو کي غصو چنبڙيو آهي نه مون تي جيءُ پوري چنب. شاهه جي حق ۾ ڪٿو لفظ نه ڪيو.“

”تون هن کي ڇو ساڻ وٺي آئين؟“

رام هنکي ٺاريڻ سانگي چيو، ”تو ڪين ڏٺو هن جو ڇيو هو نه بازيگر مونتي بگڙيا وينا آهن. مونکي بستيءَ ۾ پيرو پائڻ نه...“

پريمي هيڪاري گرم ٿي ويئي. هنکي اڌ ۾ ڪٽي چيائين، ”منهنجي هوندي ڪو توتي هٿ هلائي وڃي ها؟ جيڪڏهن تون سمجهين ٿو تنهنجي شاهه کي اٿاهه طاقت آهي ته مان ٻڌائي ٿي ڇڏيانءِ، مان ڪانئس ڊڄڻ

واري ڪا نه آهيان.“

مدگوءَ ويچارو اچي چيو، ”ڳالهيون پوءِ پيا ڪجو. هِن هو ناچ لاءِ ترسيا ويٺا آهن. پريمي، وري گهنگهرو پڌ نه.“

پريميءَ چيو، ”هن توکي هٿ هلايو هو نه. توکان اها ڳالهه ايترو جلد وسري ويئي؟“

مدگوءَ ويچارو ٻڌجي چيو، ”ڏيءَ، باز جهرڪيءَ جو ڪهڙو مقابلو؟“

پريميءَ ڏڪي نوع ۾ چيو، ”مان جهرڪي نه آهيان، بازيگر ڇوڪري آهيان.“

مڪي ڇدو پنڪو نيڪ ڪندو هن وٽ آيو. چيائين، ”ڇوري، هوڏ ڇڏ. بستيءَ کي رک جي ڀير ٻڌجڻ کان ٻچائڻو اٿيئي ته گهنگهرو ٻڌ. ڪٿي آهي گهڻي جي چنبيلي چنبيلي؟ هن ڇوريءَ جو اڄ اگهه تيو آهي. سيگهه تيو. ڪٿي سائين نه بگڙي وڃي.“

رام ليلا ٿيندي چيو، ”منهنجي سانگي، بستيءَ جي صدقي ـ مڃ ڪٽي. سيان، مون مان سڀ ڪسرون ڪڍي وٺج.“

رام جو سانگو، بستيءَ جو صدقو!

ٻن ڇڻن منٽن بعد فضا، گهنگهرن جي بلند مگر سريلي آواز سان گونجي اٿي.

[ ٩ ]

ٻئي ڏينهن جڏهن ڊربيلي مائنر جي ڪچيءَ پل تي

رام ۽ پريمي گڏ ٿيا تڏهن پريميءَ هن جو هٿ پڪڙي هنکي پنهنجي پرسان وهاريندي چيو، ”راڻ تنهنجي شاهه صاحب جو دماغ ٺڪاڻي لڳي ويو هوندو. ڪيس ڇڱيءَ پر خبر پئجي ويئي هوندي ته ڳوٺ ۾ ڪو آهي سنديس پرواهه نٿو ڪري.“

رام خشڪ آواز ۾ ورايو، ”تو، شاهه جي شان ۾ گهٽ وڌ ڳالهائي، سٺو ڪم نه ڪيو.“

پريميءَ ڀرون تاڻي چيو، ”تون پنهنجي دوست جو بڌر چوڻ ڪٿندين؟ هن جا تو تي لک احسان آهن. هو ٻلي خواهه مخواهه روب (رعب) جمائي، بستيءَ جي زالن مڙسان کي ٻڪرين ڍڳن کان به گهٽ سمجهي؛ پوءِ به هو صحيح آهي. هو امير آهي، انهيءَ ڪري هنکي بنا سبب غصي ڪرڻ جو حق آهي، بازيگر غريب آهن، انهيءَ ڪري هو ڀڄندا وتن. اهو آهي اوهان جو انصاف؟“

رام دل ئي دل ۾ پريميءَ کي داد ڏنو؛ پوءِ به زبان سان چيائين، ”راڻ، شاهه پنهنجي چوڪ محسوس ڪري ويو هو، تو پڇتاءُ ظاهر ڪرڻ جو ڏاڍيان شرط وجهي هنکي مڃرائي ڇڏيو. تنهنجي ليکي، تو بستيءَ جي عزت ٿي رکي؛ پر دوراند يشي نه ڪري، بستيءَ خلاف شاهه جي دل ۾ ڪتر آندو. خبر اٿيئي، تنهنجي راتوڪي هوڏ توکي، مونکي ۽ ساري بستيءَ کي مهانگي پوڻ واري آهي.“

پريميءَ چڙ مان چيو، ”تنهنجو شاهه، آدمي آهي؛
ايشور نه آهي. وقت ۾ وڏ سختيون ڏيندو، ماريندو،
پيو ڇا؟ تنهنجو ته دوست آهي؛ توکي ڪهڙو هرج
رسائيندو؟ تون ڪٺي وچ ۾ نه اچج. ۽ جيڪڏهن اچا
ته پاڻکي سلامت نه سمجهين ته...“ هن رام جو هٿ
ڇڏي ڏنو ۽ چيو، ”وڃي هنجي شرن وٺ ۽ اسان جي
برخلاف سازش پٽ تي ڀيهه.“ هوءَ اُٿي ڪڙي ٿي.

رام نهه پهه هن جي ٻانهه پڪڙي ورتي ۽ هنکي
ڇڪي وهاريندي چيائين، ”تون مونکي سمجهڻ جي
ڪوشش به نٿي ڪرين. مون تنهنجو هٿ پڪڙيو آهي؛
مرندي مري ويندس، ڪونه ڇڏيندس. اِن جو مطلب
اِهو نه آهي ته اسان دوستن کي به دشمن ڪندا وتون.
مون ۽ فيضوءَ، شاهه کي هڪ ڳالهه لاءِ مڃايو هو؛
تنهنجي اڻ سهائيندڙ روش... منهن خراب نه ڪر؛ اڻ
سهائيندڙ شايد پورو لفظ نه آهي، تنهنجي غم نه ڪائي
وڃڻ ڪري شاهه بگڙي ويو ۽ هٿ ڪيائي ويو. اُها
ڳالهه هاڻي ٿيندي يا نه، اڃ نيڪ نيڪ نٿو چئي سگهان.
شاهه پنهنجي ڳالهه تي قائم رهي ها ته تنهنجي، منهنجي
بستيءَ جي سڀني باشندن جو پلو هڪ طرف ٿئي ها ته
سنڌ جي تاريخ ۾ نئون ورق ٻئي طرف وري ها.“

”اميرن ۽ پڙهيلن ڳڙهيلن جون پروليون، اوهان سليو.
اسان غريب ٿلهو ڪائون، ٿلهو ڳالهايون. تون پاڻ ئي فيصلو
ڪر، جو شخص ايترو سٽت ڦري ويو سو ڇا توڙ تائين

اسانجو پلو گهري ها؟ هنجي مرضي کا نه هوندي، منهنجا اگر ته ٻهانو ٿي ملبس. اهو شاهوڪار اچا ڏسڻو آهي جو دل سان غريبن جو پلو گهرندڙ هجي."

"تنهنجي عقلمند ڳالهين کي رد ڪري ڏيڻ لاءِ مون وٽ دليل ڪونهن. تو ڪٽيو، مون هاريو. هاڻ اهو ته ٻڌاءِ ته اِهي سياڻپ جا ٻول تون سکيئن ڪنهن کان؟"

پريءَ ڪلي چيو، "سکيس تو ٻڌوءَ کان؟ هن پل ۾ هنن ڪپڙن کان پڇي ڏس. تون اُن ڏينهن همت ڇڏڻ کان اڳـــ، هر روز دنيا جو واءُ سواءُ ٻڌائيندي جيڪي سيکاريندو هئين سو مان ڪنت ڪندي ويس، اِن کي ٻاهر ڪيڻ جي همت ٻه ڪلهه توئي ڏني. جنهن ڏينهن شاهه ابي کي ناحق ماريو، تنهن ڏينهن هن سان وڙهڻ لاءِ تئين ڳوٺ تائين وڌيس ٻه، پر تنگون اڳتي نـه وڌيون. ڪلهه، تو مونکي تئين آس ڏنـي، تئين همت ڏني. هاڻ پنهنجي شاهه صاحب وانگر تون ٻه سچي ڳالهه مڃڻ کان ڦري وڃين ته وس وارو آهين. شاهه کهڙي ڳالهه مڃي هئي، جنهن مان اسان سڀني جو پلو ٿئي ها؟ منهنجي ٻڌڻ جهڙي نه هجي ته پل نه ٻڌاءِ."

"تنهنجي زبان ۾ جا ڪشش آهي سا منهنجي ڏنل ڪانهي. ۽ سچ چوان؟ اِها ڪشش نهايت بي دردي سان ٿي هلائين." رام ٺهڪ ڏنو.

ٺهڪ پريءَ ٻه ڏنو ۽ چيو، "بلڪل سلامت وينو آهين. ڪششءَ جو اثر ڪٿي ڏسڻ ۾ ته نٿو اچي. هاڻ

ڳالهه جي ڳانڍي کي ورت. شاهه توتي، مونتي ۽ بستيءَ تي پنهنجي دَيا جي کهڙي ڇاپ هڻڻ ٿي چاهي جنهنجو مون ويچاري کي ڪو موقعوئي ڪونه ڏنو؟"

"هيءَ غيرآباد ٻني ٻيٺي آهي نه،" رام شاهه جي ٻنيءَ ڏانهن هٿ سان اشارو ڪندي چيو، "اِها اسانجي ٿي وڃي ها."

پريميءَ عجيب معصوميت مان پڇيو، "اِن جي اسانکي ڪهڙي ضرورت آهي؟"

رام گنڀيرتا سان چيو، "منهنجي روزگار جو بندوبست ٿي وڃي ها، توکي عزت واري ڪرت ملي وڃي ها ۽ بازيگر ايمانداريءَ جو پورهيو ڪرڻ لڳن ها."

"تون به اُستاد آهين،" پريميءَ مرڪندي چيو، "تنهنجو دوست ٻن ڳُوٺن جو شاهه آهي نه. تون وري اسانجي بستيءَ لاءِ شاهه ٿيڻ ٿو چاهين. اسين ٻين هارين وانگر تنهنجي لاءِ ڳهون ۽ تون بالم ٻڌجي اڌ ڪاڻ وڏيڪ اَن گهر ڪڻي وڃين. ائين نه؟ مان ڪڻي تو لاءِ محنت ڪنديس، سڄي بستي تو لاءِ ڇو پورهيو ڪري؟ اسانجي بستيءَ جون زالون پنڻ ۽ لاڏن ڳائڻ سان هارين کان وڌيڪ اَن هٿ ڪري سگهنديون آهن..."

"۽ اوهانجا مرد ڪاٽ هڻڻ سان گهڻو ڪي حاصل ڪندا آهن،" رام شرارتي لهجي ۾ چيو، "بستيءَ جا باشندا ڏاڻيءَ لاءِ هڏ ڀڃندا ته مهڻو ڪونه لڳندن. ڇري، مون ڀاڻ اوهان سان گڏ هارپي ڪرڻ جو فيصلو ڪيو

هو. شاهه زمين ڏئي ها نه پاڻ ڏسي آمين ٿين ها."

" مان صدقي وڃان،" پرينءَ پيار ڀري انداز ڪندي چيو، " ڪٿي اُٺ مڻ جي پٿري ٿو سگهين! تون هارن وانگر سخت محنت ڪندين؟"

" مان تنهنجي پيار خاطر شيرين جي فرهاد جيان ٽڪر ٽاڪي نه سگهندس نه گهٽ ۾ گهٽ، هارپو ضرور همت ڪري سگهندس. تون پڻ ۾ هيج سهين، مون ۾ غضب جي طاقت اچي ويندي."

" ٻڌاءِ پين ڪي؟ جڏهن تون پٿري نه ڪٽي سگهيو هئين تڏهن به مان تنهنجي پرسان اٿي هيس."

" توسان پڄڻ، منهنجي پيڙهي نه آهي. ٻليءَ شينهن پڙهايا ڦر ٻلي ڪون ڪانوڻ آيا. توسان ٻروچيڻ لاءِ شڪتي ڪٿان آڻيان؟"

" روءِ نه. مان توسان گڏ هر هلائيندس، اَن چٽيندس، پوک جي ناتت ڪنديس، لابارو وڃنديس، گاهه ڳاهيندس، واڙ ڪنديس..."

" بس بس، گهڻو ٿيو. ليپي لوڙڪ ۽ ڪانه سٺ ون ٿيون ٿين پالڪ تي. زمين وڃائي، هاڻ هارپي جو پرواڻ پڙهڻ وڻي آهين."

" دوست کي مڃائينس ڪٽي نه. چٽين نه واس ۾ گاهه ۽ ٻڪيءَ ۾ ڪپڙو وجهي تنهنجي سامهون هلي هن اڳيان نمان." اٿيئي چوڻ لڳي، " ڪنهن اڳيان نمي منهنجو موچڙو به نه. الله جو پٽ پيو آهي. هو اُهو

ساڻ ڪٺي آيو هو؟ ساڻ ڪٺي ويندو؟ جڏهن ٻاڻ خود پوک نٿو ڪري تڏهن هن جو اُن تي حق ئي ڇو هجڻ ڪپي؟ ٻڌاءِ...”

رام گد گد ٿي چيو، ”فيضو تنهنجون اڄوڪيون ڳالهيون ٻڌي ته هوند خوشيءَ وچان ڦوليو نه سمائي. هنجو عقيدو آهي ته زمين اُنجي هجڻ کپي جو خود آبادي ڪري.”

”جائي ٿو چوي. اِهو تنهنجو دوست مُونکي سٺو لڳو.”

”وري ڇو. مان تنهنجي سفارش ڪريانس؟ هو به ڇڙو ڇانڊ آهي،” رام ٽهڪ ڏنو.

پريميءَ منهن منهن تي چاڙهي چيو، ”وري اهڙي ڳالهه ڪندين ته مان رسي ويندينس. وري سڄي عمر تنهنجو منهن به نه ڏسان.”

”ائين نه ڪج. مان مري ويندس.” رام ڪليو. پريميءَ جي چپن تي مرڪ ڊوڙي آئي.

اوچتو پريميءَ گنڀير ٿي چيو، ”تو ۾ دم آهي؟ ڏاڍن جو هڪ جوڙو همٿ ڪري اچ. تون مان...”

رام جون واڇون ٽڙي ويون. چيائين، ”سچ! تون مان شروعات ڪنداسين ته گهڻو، شيامون ۽ ٻيا پاڻهي اچي مددگار ٿيندا. ٿي سگهي ٿو، گلاب دادا اِجهڙو ماڻهو به گناهه جي زندگيءَ مان تنگ اچي اسانجو همراهه ٿئي...”

”تون اچي ڪ ۾ چڙڪيو آهين. پوءِ جي ڳالهين

ڪي پوءِ ڏنو ويندو. اول ٻڌاءِ ته تون جوڙو ڏاندن جو آڻي سگھندين؟“

”سولائيءَ سان. فيضوءَ جي مدد سان ڏانـد، هر، هارپي جو ٻيو سامان ٻج سميت هٿ ڪري ڏکيو نـ ٿيندو.“

”تون مون سان ٺٺولي ٿو ڪرين؟ ڇوڪريءَ ڀر دماغ هلائي جواب ڏي. ماڻهن جي طعانن، پاڻ جي جهٽڪين، شاه جي بگڙڻ ـ ۽ اهڙين ٻين ڳالهين جي ڪري تون مونکي اڌ ۾ ته نه، رولي ويندين؟“

رام ڪن ساعت لاءِ سوچ ويچار ۾ پئجي ويو. پوءِ چيائين، ”اسانجي راه ۾ انهن رڪاوٽن کانسواءِ ٻيون دقتون به اچي سگهن ٿيون. اها زمين مکيءَ وٽ ڳهه پيل آهي. هو ڪا ڪارروائي ڪري سگهيٿو، پوليس دست اندازي ڪري سگهيٿي...“

”بس، تنهنجي همٿ ٻيهي ويئي؟...“

رام دريتا سان چيو، ”تون همٿ جو سند رو ٻڌي، ميدان ۾ هلي اچين ۽ مان پٺتي هٽي ويندس؟ ناممڪن. مان اڄ ئي فيضوءَ سان ڳالهائو ٿيندس. پر جيڪڏهن ڏاندن جي جوڙي ۽ ٻين ضروري شين جو بندوبست اڄ نه ڪري سگهان ته غلط مطلب نه ڪيج. فيضو آهي گهڻ ڪمو. اڄ هٿ، سپان ڪنب ياري، پر پنهنجي نوابشاه... هٿ مان سمجهانٿو ٻن ٽن ڏينهن ۾ وري ايندو. مکيءَ ۽ سرڪاري عملدارن سان گڏجي هارين

خلاف منصوبو سٺو آهي...“

”تنهنجو شاهه صاحب به، ضرور هنن سان شامل هوندو...“

”راڄ تائين هو فيضوءَ سان هو. توهانجي بستيءَ مان نڪتاسين ته چوڻ لڳو ’مان توهانجي حمايت ڪري توهان ۽ پنهنجي لاءِ مصيبتون وڌايان ٿو. هاري، بازيگر ۽ ٻيا گهٽ ذات وارا سڌرڻ جا ئي ناهن. هو قابل ٿيندا ته بس توهان ۽ مون سان سينو سهائڻ ۽ اسانجي عزت وٺڻ لاءِ جڳ، اڳيان نمندا ۽ اسان مٿان اُپٽرندا. هنن ۾ ڪا قوم هجي ها ته پاڻ کان پاڻهي پنهنجي ترقيءَ جي راهه نه کولي‌وجهن ها؟، وغيره وغيره. هاڻ هو هارين ۽ زميندارن، هيڻن ۽ ڏاڍن جي لڙائيءَ ۾ بي طرفدار ٿي تماشو ڏسندو.“

”چڱو دوست آهي، تنهنجو فيضو به اڳي پوءِ ڪنارو ڪري ويندو...“

”هو ٻيءَ مٽيءَ مان ٺهيل آهن. هن پنهنجي قسمت هيڻن هارين سان ڳنڍي ڇڏي آهي. هو هنن سان گڏ يا سوڀ حاصل ڪندو يا مري مٽجي ويندو.“

اُن وقت موچي مولڏنو پل تان منهن ٻئي پاسي ڪيو لنگهي ويو ۽ دربيلي مائنر جي ٻئي طرف لهڻ لڳو. هن هڪ پٿر تان ٽاپو ڪاڏو.

رام رڙ ڪري چيو، ”مولڏنا، ذرا ٿڪي...“

مولڏني پاڻ سنڀاليندي پٺيان نهارڻ ڏاران چيو،

"ديوان، جهاڪا اسان غريبن لاءِ آهن."

پريميءَ چيو، "مگر، چوي سچ تو..."

"اڄ جو سچ!" رام چيو، "سپاٽي، اهو سچ نه هوندو. سپاٽي... ۽ اهو سپاٽي ڪڏهن نه ڪڏهن اوس ايندو... نه ڪو غريب هوندو نه امير، نه ظالم هوندو نه مظلوم، نه اوچ ذات جو هوندو نه نيچ ذات جو ۽ جهاڪا ڪنهن لاءِ به نه رهندا..." هو يڪ ٽڪ دور پيلي مائنر جي پاٽيءَ ڏانهن ڏسندو رهيو.

پريميءَ هنڪي ڊونداڙيندي چيو، "ڪهڙو سپنو ڏسي رهيو آهين؟"

رام گويا پاڻ سان ڳالهائيندي چيو، "مان واقعي سپنو ڏسي رهيو آهيان. اهو سپنو نه، جو سچو نه ٿيندو آهي. منهنجو سپنو ساڀيا ٿي ٿي رهندو. تون مان گڏجي هر ٿي نه هلائيندا سين، هٿ هٿ ۾ ڏيئي ترقيءَ جي راهه تي منزلن پٺيان منزلون طيءِ ڪندا رهنداسين. تڪليفون اينديون، ته ڇا؟ آپدائون اينديون، ته ڇا؟ اسان بلنديون اڃا به اُتاهيون بلنديون ڪي ڇهندا ويندا سين، اُنهن بلنديون اڳيان سنڌ اسيمبليءَ جي ميمبريءَ جو ڇا، وزيريءَ جو به ڪو مقابلو ٿي نه سگهندو."

پريميءَ اکين ۾ شرارت ڀري چيو، "مان وچ وات تي هٿ ڇڏائي گوهي ڏيئي وڃانءِ نه..."

"گوهي ڏيئي ويندينءَ؟ ڏيئي وڃانءِ نه. مان پوءِ به پنهنجي راهه تي محڪم رهندس. پر تون اُئين

ڪري ٿي نه سگهندينءَ. مان توکي چڱيءَ ريت تو سڃاڻان."

"چڱيءَ ريت خاڪ تو سڃاڻين. سڃاڻين ها ته ائين هرگز نه چوين ها. ائين تون اِتبار (اعتبار) نه ڪندين..."

هوءَ اُٿي کڙي ٿي ۽ پاڻ سان گڏ رام کي به اُٿاريائين.

هوءَ هنکي ساڻ وٺي ڊر بيلي مائنر جي ڪنڌي تان هلڻ لڳي.

رام پڇيو، "ڪيڏانهن ٿا هلون؟"

هوءَ جواب نه ڏيئي، هنکي هڪ ننڍي گهيڙ ڏانهن گهلي ويئي. پوءِ پاڻ سان گڏ هنکي پڻ ۾ وهاري ساڄي هٿ ۾ پاڻي کڻي چيائين، "مان هن جل جو قسم کڻي ٿي چوان، مان مرڻ تائين توسان وفادار رهنديس، مرڻ بعد ٻئي جنم ۾ به توکي ڳولهي لهنديس..."

رام کلي چيو، "ٻئي جنم ۾ به منهنجو سر کائيندينءَ!

"کل نه،" پريميءَ گنڀير ٿي چيو، "هيءَ کل جي گهڙي نه آهي. تون به جل جي انجلي وٺ ۽ قسم کڻ."

"تنهنجو ته مون ۾ پورن وشواس آهي نه،" رام زبان سان ائين چيو پر ساڄي هٿ ۾ پريميءَ کان پاڻي ورتائين. پوءِ چيائين، "مان توسان گڏ جيئنديس، توسان گڏ مرنديس."

رام وري ٽهڪ ڏئي چيو، "تو ته برهمڻ کي پڙي ڏکي ڇڏيو." اُتيئي گنڀير ٿي چيائين، "ٻن دلين جي السن ۽ ٻن زندگين جي ارادن ۾ برهمڻ يا ٻئي ڪنهنکي

دخل ڏيڻ جو حق بہ کھڙو آهي.“

پريميءَ گنڀير ٿي چيو، ”ڏاڙهه، هڪ ٻئي کان ڌري وڃون نہ پڳوان وٽ حساب ڏيڻو پوندو...“

”تنهنجي پڳوان وٽ حساب ڏيڻو پوندو، تنهنجي پڪ ڪانهي. باقي اِها سوريءَ آڏا خاطري آهي تہ هڪ ٻئي کان ڌار ڌارا سِين تہ ويڪ، اندر وارو، سک نہ ڏيندو.“

پريمي بانولي ٻڌجي پيئي. مرڪندي سريلي آواز ۾ ڳائڻ شروع ڪيائين:

رک صندليءَ تي پير، منهنجا مور لاڏا...

[ ١٠ ]

نن ڏينهن ڪانهوءَ...

فيضو وري ڊيري ۾ اچي دابو ڪيو. هو هن ڀيري شاهہ جي اوطاق تي نہ، ڪمال جلباڻيءَ جي گهر مقيم ٿيو ۽ اُتان ئي ماڻهو منجهي رام کي پاڻ وٽ گهرايائين.

رام ايندي شرط چيو، ”توهان هت لٿو آهيو، علي اڪبر کي دل ۾ ٿيندو.“

”مان هن وقت لهي، سندس لاءِ وڏي ڪا تڪليف پيدا ڪرڻ نہ ٿو چاهيان. منهنجي راهہ الڳ آهي، هنجي الڳ. صرف دوستيءَ جي سانگي گهڻو وقت همراهہ ٻڌجي هلي نٿو سگهجي. اُتان ميها دا ڪيا ميلا؟ هن اڳ، منهنجي جيڪا حمايت ڪئي آهي تنهنلاءِ مونکي سچيءَ دل سان قدر آهي پر مان غلط اثر هيٺ

هوس. مون سمجهو هو ته هن جي مهنجي ڪم سان سچي همدردي ٿيڻ لڳي آهي ۽ اُن ڏينهن صفا ظاهر ٿي پيو ته هو صرف دوستيءَ جو ننگ نباهي رهيو آهي. نه ته بازيگر ڇوڪريءَ جي جرئت ۽ خودداريءَ تي بدظن نه ٿئي ها. مان ان جرئت ۽ خودداريءَ تي فخر وچان ڦوليو نه پيو سمايان. مان دل سان توکي مبارڪون ٿو ڏيان. هن ۾ اها جرئت ۽ خودداري پيدا ڪرڻ ۾ تنهنجو گهٽ هٿ نه هوندو.“

”هوءَ هاڻ ته هيڪاري وڌيڪ جرئت واري بڻجي ويئي آهي. شاهه جي مخالفت جي باوجود هوءَ ان زمين ۾ مون سان گڏ هر هلائڻ لاءِ تيار ٿي ويئي آهي. تون ڏاندن جو جوڙو ۽ هر هٿ ڪري ڏي نه.“

”ڏاندن جا جوڙا ۽ هر ڪيترا هٿ ڪري سگهجن ٿا. مونکي پيو ڊپ آهي. تنهنجي محبت جي اثر هيٺ، جذبات وس ڪيل هنجو فيصلو ديرپا نه رهندو. پوءِ هنجي ڪم ـ همٿي توکي به نه پنهنجي گرفت ۾ وڪوڙي وجهي...“

”اڙي نه. هنجا سياڻپ جا ٻول تو نه ٻڌا آهن. مان پاڻ حيران آهيان ته هن طبقيوار سماج بنسبت هنکي اها چٽي شناس ڪٿان ملي؟“

”اِها ناممڪن نه آهي. جيڪي غريبيءَ، محتاجيءَ ۽ ذلت جي زندگي گهارن ٿا اُهي پنهنجي شخصي آزمودي مان گهڻو ڪجهه پرائن ٿا. سندن ڏيل احساس ڪي

دماغي شعور اُنھن ۾ نہ هو، تہ ڪان مون ڪان پڪا ٿي ويندا. تون مان دماغي طرح غريبن جا حامي بڻيا آهيون؛ اسين عين موقعي تي ڪين دغا ڏيئي سگهون ٿا. پر اهڙا شخص تہ ڏاڍي ثابت قدم رهندا. هنن اڳيان، پيٽ زندگيءَ لاءِ ڪشمڪش، تنهنجي منهنجي پيٽ پر، وڏي حقيقي، وڏي اهميت واري آهي. سبحان الله، توهان ميدان ۾ ٿيو. سڄي هاري تحريڪ اوهانجي پٺ ويناهہ تي رهندي. مان سنڌ هاري ڪاميٽيءَ جي صدر، ڪامريڊ قادر کي اڄ ئي تار ڏيان ٿو، جو ڏٺو ۾ اچي، ڏوڙندو ايندو. هر هلائڻ جو افتتاح (مهورت) هن کان ڪرايو ويندو. ڀرئين ڏينهن، اسين ضلع جا سرگرم هاري حقدار، اوهان سان گڏ هر هلائينداسون. تڏهن جي هارين ۾ ڪهڙو نہ اتساهہ اچي ويندو! هاري تحريڪ جي تاريخ ۾ اهو ڏينهن سنگ ميل ٿي رهندو..."

رام چيو، "ابراهيم جي ڪيس جو ڇا ٿيو؟"

"ابراهيم ۽ ٻين ساٿين جي عملي حمايت جو عملي روپ اِهو آهي- هارين جي جماعتبندي ۽ سندن اتساهہ وڌائڻ. تو رن کي جان جون قربانيون بہ ڏيڻيون پيون تہ اهي اَفراد نہ ويندا يون. شهيدن جو خون، اڳتي پوءِ رنگ لائيندو، منهنجا دوست!..."

... ... ... ...

عجيب نظارو هو!

ڊرئيلي ماڻهن جو، اسٽيشن طرف وارو، ڪنڌو ڊور

ڏور تائين ماڻھن سان سٿيو پيو ھو. سٽيشن واري پاسي، ٻاريگرن جي بستيءَ ۽ ٻنيءَ جي ٻئي ڇيڙي وٽ - ٻنيءَ جي چئني پاسي ماڻھوئي ماڻھو ھئا، تر ڇڻڻ جي جاءِ نہ ھئي. اِنھن ماڻھن ۾ ٻنھي ڳوٺن جا ھندو مسلمان ھئا، تر جا ھاري ھئا، سيني سياسي پارٽين جا سرڪردا ھئا؛ سرڪاري عملدار ھئا ۽ لعل پڳڙين سان پوليس وارا ھئا.

ٻنيءَ ۾ فيض محمد ھو، ڪامريڊ قادر ھو، رام ھو، پريمي ھئي. ۽ ھنن اڳيان ھئا سرگرم ھاري ڪم ڪندڙ.

فيض محمد اتساھہ سان ڀريل تقرير ڪري رھيو ھو. ”اج مبارڪ ڏينھن آھي. اج ھاري تحريڪ نئين ڪروٽ بدلي رھيو آھي، مبارڪ ڪروٽ. ھارين جي جماعتبندي ۽ سنڌن سڄاڳيءَ جي ڏس ۾ اڳرو قدم کنيو ويو آھي. اِھو قدم ھارين ۾ اُتساھہ ڦوڪيندو، ڪين زميندارن خلاف متحدہ محاذ تي آڻيندو، ان ۾ ڪو شڪ شبھہ نہ آھي. ھا، ھڪ ڳالھہ ڌيان ۾ رھي. ملن مولوين، زميندارن وڏيرن ۽ سرڪاري عملدارن جي پيٽ ۾ وٽ پوڻ لڳندا ۽ ھو سانت ڪري نہ وھندا. ھو نوان حملا ڪندا، وڌيڪ تشدد ڪندا؛ ليڪن اسين مڙڻ وارا نہ آھيون. اسان جان جي بازي لڳائي چڪا آھيون. ”ڪرو يا مرو“ نعرو انگريزن خلاف اڳم بلند ٿي چڪو آھي. اِھو نعرو اج ھنن ديس جي زميندارن، وڏيرن، سرمايہ دارن ۽ سرڪاري عملدارن- مڙيني ديسي پرديسي ظالمن خلاف بلند ٿي

رهيو آهي...“

ڪامريڊ قادر جو جذباتي آواز بلند ٿيو، ”ساٿيو، سڀئي دبيل جوان نظرون اڄ هن ٻرندڙ ٻوٽ جي هن ٻرندي ٻيءَ ڏي کُتل آهن. هتان، جا چڻگاري نڪرندي، اها آگ جا شعلا بڻجي لوٽ کسوٽ، ظلم ۽ تشدد کي ناس ڪري ڇڏيندي. اسان اڳتي قدم کنيو آهي، جيستائين اسان ڪامياب نه ٿيا آهيون، تيستائين اسان پٺتي قدم نه کڻنداسين؛ چاهي اسان کي سوين تڪليفون ڏنيون وڃن، چاهي اسانجون جانيون ورتيون وڃن. انقلاب زنده باد.“

فضا ”انقلاب زنده باد“ نعري سان گونجي اُٿي.

ڪامريڊ قادر هر ڪي همت لائق نعرا تهائين فلڪ شگاف بڻجي پيا.

پوءِ، بازيگرن جي بستيءَ مان دهلن شرنائن جو مڌر آواز شروع ٿيو ۽ فضا جي آسپاس سان عجيب مسرت ۾ اچي شريڪ ٿي.

... ... ... ...

جڏهن سٽيشن ۽ دربيلي ڪنٽي جي وچ ۾ آسپاس ۽ مسرت جي لهرن سان سرشار درياهه وهي رهيو هو، تڏهن...

شاهه پنهنجي اوطاق ۾ پريشان دماغ ۾ مونجهارن سان پسار ڪري رهيو هو.

شيوڪ اوطاق اندر گهڙيو، پري کان ئي چوندو آيو،

”اڄ مجھہ توهانکي، شاهہ صاحب، اوهان حرفن موليٰ آهيو. دوستن کي حشي، ڏيئي، اوهان سر زمين تان عدم موجود رهي دنيا جي اکين ۾ ڌوڙ وجهي رهيا آهيو.“

شيوڪ موڙي تي ويهي ويو ۽ چيائين، ”مان تو پڇان، اوهانکي اسانجي پڇڻ کانسواءِ هنن کي زمين جي قبضي ڏيڻ جو ڪهڙو حق هو؟ گروي ناميءَ جي دستاويز ۾..“

شاهہ هنکي اڌ ۾ ڪٽي چيو، ”مونکي دستاويز جي شرطن ياد ڏيارڻ جي ضرورت ڪانهي. مون هنن کي زمين جو قبضو نہ ڏنو آهي.“

”هنن پاڻيهي قبضو ڪيو آهي! هنن کي اهڙي مجال آهي؟“

شاهہ تلخ آواز ۾ چيو، ”فيضوءَ جي جرئت کي سڄو ملڪ سڃاڻي..“

”تہ هنن زوريءَ قبضو ڪيو آهي! هاڻ مان هنن سان پاڻيهي پڄندس. توهان تہ وچ ۾ نہ ايندا؟“

شاهہ پنهنجي ڪت تي وهندي خشڪ آواز ۾ چيو، ”تورا ڏينهن صبر ڪريو. مان اوهان جا پيسا وياج سميت موٽائي ڏيندس.“

”ٺيڪ آهي،“ شيوڪ نراسائيءَ سان چيو، ”توهان دوستيءَ جي سانگي پل هنن کي سر تي چاڙهيو. پنهنجو پئسن سان ڪم. ڪڏهن ڏيندا، هفتي کن ۾؟“ هن

شاهہ ڏانهن نهاريو.

"هفتي نہ تہ ڏهن ڏينهن
شاهہ گنڀيرتا سان چيو، "
اندر پيسا نہ ڏنامان ته پيو ڪو نمبر بدلي ڪري
ڏيندوسانو..."

"نہ شاهہ صاحب، نہ. اها اسانجي ڀول ڪانهي.
پارٽ کي پئسا ئي کپن."

"چگو... پيءُ ڪان رقم ۽ وياج جو حساب ڪتاب
وٺي اڄ ئي ڏيئي وڃج."

"ضرور..."

"اڄ ته شطرنج جي هڪ بازي ڪيڏيون."

شيوڪ اُٿندي چيو، "نہ شاهہ صاحب، نہ. هتان
جو ملاڪڙو ڇڏي، شطرنج ۾ ڏيان ڪپائڻ آسان نہ آهي.
مونکي ٻي طرفداريءَ جو ٻوڏنگ رچائڻو ڪونهي. تہ جا
سي زميندار ۽ سرڪاري عملدار هاري حقدارن جو زور
پيڙڻ لاءِ صلاحون ڪري رهيا آهن ۽ مان هت ويهي رهان!"

"موليڏني ٿي چيو، 'هت ڏاڍو اُتساهہ آهي...'

"هنن کي ڇا وڃائڻو آهي جو خوش نہ ٿيندا؟ توهان
کان سواءِ ٻيا سڀ زميندار مڙئي مارائڻ بنا مڙڻ وارا نہ
آهن. اسانکي تہ دوستيءَ جو ننگ نڀائڻو نہ آهي."

شيوڪ اٿي کڙو ٿيو، چيائين، "اسان اهڙن دوستن جي
هوند حمايت نہ ڪريون. اهڙن شيطانن کي اها سيکت
ملڻ کپي جو عمر ڀر سيڪائيندا وتن."

شيوڪ هليو ويو.

شاهه، عثمان کي سڏي چيو، ”ميان، شطرنج جو بورڊ ۽ ساريون ته کڻي وٺ. تون مان ٽا راند کريون.“

”سائين، مون ڪڏهن شطرنج ڪئي ئي ڪانهي...“

”مان ٿو توکي سيکاريان.“ پوءِ گويا پاڻ سان ڳالهائيندي چيائين، ”مونکي دپ آهي ته اگر واندو ويٺس ته ٻوڙي وڃي ’هاري حقدارن‘ سان ملندس... هن شاهيءَ جي وقار جي ائسي ڪي تڪسي.“

... ... ... ...

اُن ڏينهن اڌ رات جو...

رام، ماءُ جي سڏائڻ تي، سٽيشن ٻاهران لڳايل خيمن مان سائين کان موڪل وٺي، گهر آيو.

رام گهر اندر گهڙيو ته ماءُ رئندي اچي ڪيس چنبڙي. ماءُ چيو، ”هيءَ ڪهڙي وات پڪڙي اٿيئي؟ نوڪري نه ڪر ته نه سهين. ڇٽن ۽ باجيگرن سان ته نه وڃي گڏج...“ ماءُ اچي سڏڪن ۾ ڇتڪي.

رام ماءُ کي ياکر پائي ڪتت ڏانهن وٺي ويو. هنکي پنهنجي پرسان وهاري، پنيءَ تي هٿ ڦيريندي چيائين، ”اَمان، مون ڪو پاپ جو ڪم نه ڪيو آهي.“

ماءُ سڏڪا ڀريندي چيو، ”تنهنجو پيءُ سرڳي جيئرو هجي ها ته توکي هر ڪاهڻ ڏئي ها. ييمن ڪي اچي لڳي، ’نباب شاهه وچ‘...“

”پاڻ جو ڏوهه ڪونهي، نه دادا جوئي قصور آهي. درحقيقت قصور ڪنهنجو به ڪونهي، امان. مون

جاڻي ٻجهي اِها راهه اپنائي آهي.“

”جڳوءَ ڏاڏيءَ چيو ٿي، ’جميندار ۽ سرڪاري آفيسر رام کي جيل ۾ وجهندا.‘ ڦاڻيءَ پٽ فيجو، ڪنو ڪوڙهيو...“

”امان، فيضوءَ کي ڇوٽي پاراتا ڏنن؟ هو، اڄوڪي زماني جو رشي آهي. پراچين ڀارت جي رشين جيان ماڻهن جو ڪلياڻ ڪرڻ ٿو چاهي، زماني ڦـرڻ ڪري هن جا ڪلياڻ ڪاري طريقا ڦريل آهن.“

ماءُ جي اَڏ ير هردي کي ڪو سنتوش نه مليو. ڏکويل آواز ۾ چيائين، ”ماءُ جي دل آهي چنبڙي. ڪهڙي ماءُ چاهيندي نه هن جو پٽ وڃي هاري ٺهجي، سکتيون سهي، قيد ۾ پوي؟ ٻڌاءِ...“

رام جذباتي ٻـنگ ۾ چيو، ”ڪيترئون مائر آهن جي پاڻ هارپو ڪن ٿيون، پنهنجي اولاد کي هارپي جو ورثو ڇڏي وڃن ٿيون؛ هو چاهن ٿوڙي نـه چاهن، هنن جا پٽ هارپي ڪرڻ، سختيون سهڻ لاءِ مجبور آهن، امان، ظالم سماج کي ڪنهن جي چاهڻ، نه چاهڻ جي رتي ڀر پرواهه نه آهي.“

”مون مڙهيءَ جي صدقي، منهنجي موهه جي ڪاتر، تون ڀاءُ وانگر رهه. ڏندو نه ڪرين ته نه ڪر، جهنجهٽن کان آجو رهه...“ ماءُ وري اڇي رئڻ ۾ چٽڪي.

رام پابوهه سان چيو، ”امان، توکي ڪئن سمجهايان؟ هـن سماج ۾ ڪن تورن کي ڇـڏي ٻين لاءِ جيئڻ ئي

جنجال آهي. امان، تون ٽڪاٽي ويندي آهين نه؟ مهاڀارت جي وارتا ضرور ٻڌي هوندءِ. ڪورون- پانڊون جي لڙائي اڄ به جاري آهي؛ البت ڦريل روپ ۾. ڪرشن، ارجن کي سچ ۽ انصاف جي لڙائي شروع ڪرڻ جي صلاح ڏني هئي نه! امان جڏهن اڄ سچ ۽ انصاف جي فائدي ۾ لڙڻ لڳو آهيان تڏهن تون مونکي روڪڻ جي ڪوشش ڇوٽي ڪرين؟ پنهنجي پريم ۽ موهه جو واسطو وجهي ڪمزور ڇوٽي ڪرين؟ گيتا جو گيان ياد ڪري پنهنجي پرائي جو تفاوت تجي ڇڏ..."

ماءُ پٽ وچمر، جذبن ۽ دليلن جي لڙائي هلندي رهي، ڪو ڪڙ تيل نه نڪتو. نه ماءُ سمجهي سگهي، نه پٽ راهه تان هٽڻ جو واعدو ڪيو.

ماءُ رات رئندي ڪاٽي، پٽ آئينده جي سپنن ۾ کوهجي ويو.

[ ١١ ]

موليڏنو ٽڪڙيون وڪون ڪڻندو شاهه جي اوطاق ڏانهن وڃي رهيو هو.

پيرومل حلوائيءَ چيو، "موليڏنا، ذرا ٻيهڪي، اڳيان جهاڪو اٿيئي!"

موليڏنو خاموش اڳتي وڌي ويو.

ڪومتراء پساريءَ چيو، "اڄ ڪلهه هن جي موج گم ٿي ويئي آهي..."

هيراڻيءَ چيو، "بازيگرن سان گڏ هارڻ هيءُ پٽ به

هارپو ڪري هليو آهي!"

سليمان ماڇيءَ چيو، "منهن مکڻ جو، ججهوري جهڻ جي. پيمن جي پاءُ جيان ٽاڻي هوندائين ڪا بازيگر ڇوري."

جمن ڪاسائيءَ چيو، "رام ۽ فيض محمد مصيبت وقت پاڻ ڪيائي ويندا. پوندو بازيگرن پوڪن سان گڏ هيءُ گڏهه به ڪاٽ ۾."

مولينڊنو سهڪندو شاهه جي اوطاق اندر گهڙي ويو.

"قبلا، رام؟" مولينڊنو وڏ يڪ ڇٽي نه سگهيو.

شاهه انتظاريءَ مان پڇيو، "ڇا ٿيو آهي؟"

"بازيگرن جي بستيءَ کي پوليس گهيري ويئي آهي."

شاهه گهبرائجي چيو، "هو به ته اُتي هوندو."

"هو اُتي ناهي. پر يميءَ مونکي هن کي ڪوٺڻ لاءِ موڪليو آهي."

شاهه پڇيو، "اڄ ڏينهن ڪهڙو آهي؟" جواب به پاڻ ڏنائين، "بڌر. مکيءَ سان مون جيڪو واعدو ڪيو آهي تنهن جي پوري ٿيڻ ۾ اڃا ڏينهن پيا آهن. مکيءَ ۽ هن جي طرفدارن کي ايترو صبر..."

"سائين، رام ڪٿي هوندو؟ گهر؟"

"جيڪڏهن فيضو هٿ آيل هوندو ته ٻئي ڪمال جلباٽيءَ وٽ هوندا!"

مولينڊنو آيو هو تڏهن به شاهه کي پيرين نه پيو هو، ويو تڏهن به اورانگهي ويو.

شاھہ جو ڌيان بہ اُن ئي ادبيءَ ڏانھن نہ ويو.

ڪمال جلباڻيءَ جي گھر پھچي جڏھن ٻنھي دوستن کي ھن اھا خبر ٻڌائي تڏھن ٻئي ھڪدم اُٿي کڙا ٿيا.

رام، فيض محمد کي پاڻھن کان وٺي وھارڻ جي ڪوشش، ڪندي چيو، ”تون ھت ترس. مان اڪيلو ٿو وڃان.“

فيض محمد چيو، ”تون خطري ڏانھن ڏوڪي وڃين ۽ مان ھت ويٺو رھان؟“

”ھا، ھاري تحريڪ جي ڀلائيءَ جي اھا تقاضا آھي. مان جھلجي ويس تہ سانگو ناھي. تون ٻاھر رھندين تہ ڪم ٿيندو رھندو.“

رام ٿورو اڳتي وڌي وري موٽي آيو. چيائين، ”شايد اسان ٻنھي لاءِ وارنٽ اڳيئي تيار ھجن. تون ٻنا ڏير ھتان نڪري وڃ. تحريڪ جي ڀلي لاءِ زير زمين وڃڻ جي ڪوشش ڪج.“

واٽ تي رام موليڏني کان پڇيو، ”پريمي ھراسيل تہ نٿي ڏني؟“

موليڏني ورايو، ”ديوان، تون بہ ڪھڙيون ٿو ڳالھيون ڪرين! پريمي ڊپ مان ڇاٽي ئي ڪا نہ. ھوءَ تہ سينو ساھي ڪنڊياري مان آيل انسپيڪٽر سان ڇتو پئي پيٽي.“

رام پنھنجن اکين سان ڏٺو، پريمي ٻکايل شينھن بڻجي پيئي ھئي.

گلاب دادا غائب ٿي ويو هو، پوليس ساري بستي پنهنجي قبضي ۾ ڪري ورتي هئي. ڀر ۾ پوليس وارن ۽ انسپيڪٽر سان ڳنڍ ڳنڍيل رهي هئي.

شيامون، گهڻو ۽ ٻيا جوان هٿڪڙين سان پوليس جي پهري هيٺ ويٺا هئا.

رام، اينڊي شرط، پوليس انسپيڪٽر کان پڇيو، ”هنن کي ڇو گرفتار ڪيو ويو آهي؟“

”هنن کي سؤ ڏهين قلم هيٺ گرفتار ڪيو ويو آهي.“

”هي ٻ سڀ بدمعاش آهن؟“ رام غصي کي دٻائيندي خشڪ آواز ۾ پڇيو، ”جنهن زميندارن جي حد ۾ رهن ٿا اُن هنن خلاف شڪايت ڪئي آهي؟“

انسپيڪٽر جي چپن تي شرارتي مرڪ ڊوڙي آئي. چيائين، ”سيد علي اڪبر شاهه هنن خلاف شڪايت ڪندو؟ ناممڪن. ٻه جي بين ٽڙيلي هندو مسلمان زميندارن يڪ آواز هنن شيطانن خلاف شڪايت ڪئي آهي.“

رام تلخ آواز ۾ چيو، ”گناهه ته مون ڪيو آهي. گرفتار هنن کي ڇو ٿو ڪيو وڃي؟“

انسپيڪٽر چيو، ”ينگ مين، يو آر آلسو انڊر اريسٽ (نوجوان، تون به گرفتار ڪيو وڃين ٿو.)“

”سؤ ڏهين قلم هيٺ؟“ رام غصي مان پڇيو، ”ٻه جي زميندارن جي نظر ۾ مان به شيطان آهيان؟“

”توهانکي سيفٽي ائڪٽ هيٺ نظربند ڪيو وڃيٿو.“

”اها ڳالهہ آهي!“ رام ٺٺوليءَ مان چيو، ”منهنجي ٻاهر رهڻ مان امن امان کي خطرو رسڻو آهي! ٺيڪ آهي. لڳايو همٿ ڪريون.“

”اوهان جهڙپ ڦڙهيل ڳڙهيل کي هٿڪڙيون ڪين هڻيون؟“

”مان ته هنن شيطانن ۽ بدمعاشن جو ساٿي آهيان. اوهان کان اها ڳالهہ ڪين ٿي وسري وڃي، انسپيڪٽر صاحب؟“

پريميءَ انسپيڪٽر جي ويجهو وڃي چيو، ”مونکي به هٿڪڙيون لڳاءِ.“

هڪ هيڊ ڪنسٽبل چيو، ”نرس، تنهنجو وارو به ايندو.“

پريميءَ چيو ”اڄ ڇو نه ٿا لڳايو؟“

رام چيو، ”جيل وڃڻ لاءِ اتاولي نه ٿيءُ. ڪم جيل کان ٻاهر آهي، نه جيل جي اندر.“

”پوءِ تون ڇو ٿو جيل وڃين؟“

رام کي کل اچي ويئي. چيائين، ”ڇري، مان رضا خوشيءَ ٿو وڃان؟“

انسپيڪٽر چيو ”معاف ڪجو، مان توهان کان فيض محمد جو ڏس پڇي سگهان ٿو؟“

”هن خلاف به وارنٽ آهي نه،“ رام چيو، ”پر هو اوهان کي ملي نه سگهندو. جيستائين هتي جا هاري زنده آهن، تيستائين اوهان فيضوءَ جو وار به ونگو نه

ڪري سگهندا. لڳايو هٿڪڙيون؛ ڪٿي مان به نه رفوچڪر ٿي وڃان."

انسپيڪٽر اڳ ۾ ئي هڪ هيڊ ڪنسٽبل کي اشارو ڪري ڇڏيو هو.

رام جي وڌايل هٿن ۾ هٿڪڙيون پيون ته پريءَ جو هنئون سسي ويو. رُنهارڪي آواز ۾ پڇيائين، "هيءَ توکي وٺي ويندا؟"

رام مرڪي چيو، "هيءَ بازيگر ڇوڪريءَ جو آواز آهي؟"

"مان ڪنهن جي سهاري جيئنديس؟"

"مان موٽي ايندس،" رام چيو، "ان وچ ۾ تون ڪاڪي جي سهاري جيءُ."

"مونکي ڇڏي ٿو وڃين؟"

"مان توکي ڇڏڻ جي جرئت ڪري سگهان ٿو؟"

ان وقت سيٺي جو ڌيان بي اختيار بسنتيءَ جي لنگهه ڏانهن کڄي ويو. علي اڪبر شاهه اندر گهڙي آيو هو.

شاهه ايندي شرط رعب مان انسپيڪٽر کان پڇيو، "رام جهڙي معزز شخص کي هٿڪڙيون ڇو وڌيون اٿو؟"

جواب رام ڏنو، "مون پاڻ گهري ورتيون آهن. مان بازيگرن سان پاڻن جهڙو ڀاءُ ٿيڻ ٿو چاهيان."

شاهه وري پڇيو، "رام جو ضامن توهان ڪٿندا يا مونکي ڪنداري، ماجسٽريٽ وٽ وٺو هلندو؟"

انسپيڪٽر چيو، "اوهانکي ڪيڏانهن وڃڻ جي

تڪليف وٺڻي نه پوندي. هن جوان کي سيفٽي ائڪٽ هيٺ نظر بند ڪيو ٿو وڃي.“ پوءِ پنهنجي اٿالي ڏانهن منهن ڪري چيائين، ”هاڻ هلو ته هلون. گلاب غنڊي کي پوءِ به گرفتار ڪري سگهجي ٿو. شيطان ڪيترو وقت لڪو ڦرندو؟“

شاهه جي دل ڀرجي آئي. هن رام کي ڀاڪر پائي چيو، ”مان ڪراچيءَ ڇڏي ٿو وڃان. هوم منسٽر سان گڏجي...“

رام هنڪي جملو پورو ڪرڻ نه ڏنو. کلي چيائين، ”شاهه صاحب، تنهنجا مون تي لک ٿورا آهن، هڪ ٿورو وڌيڪ ڪجِ. منهنجي پر پٽ منهنجي ’شرم يونيءَ‘ جي پارٽ اٿيئي.“

پريميءَ خشڪ آواز ۾ چيو، ”منهنجي ڪنهنکي پارت نه ڪر. مان پنهنجي سنڀال پاڻ ڪنديس.“

شاهه پريميءَ طرف نهاريندي چيو، ”توکي اڃا مون تي غصو آهي؟ مان اُن ڏينهن جي ڌمڪيءَ لاءِ معافي وٺڻ لاءِ تيار ٿي آيو آهيان.“

رام چيو، ”اِهو اٿيئي منهنجو دوست، جو دوستيءَ صدقي ڪجهه به ڪري سگهندو آهي. هاڻ مرڪ نه! تنهنجو روسامي وارو منهن مونکي ڏايو ستائيندو.“

پريميءَ مرڪڻ جي ڪوشش ڪندي چيو، ”پنهنجي چڱيلائيءَ جو خيال رکجِ. لهي ايندين ته مان وڙهنديسانءِ.“

رام مرڪي چيو، ”مهني سر مهني ملڻ اچجانءِ.“

شاهه چيو، ”مان ساڻ وٺي ايندو سانس.“

انسپيڪٽر پڇيو، ”هلون؟“

رام ورائيو ”بلا شڪ!“

پريميءَ چيو، ”ڪن ترسو“ ائين چئي هوءَ ڊوڙندي پنهنجي جهوپڙيءَ ڏانهن ويئي.

موٽي ته هنجي هٿ ۾ هڪ سندور جي دٻلي. هن دٻلي کولي، ڪڙيون مٿي ڪري رام جي پيشانيءَ تي وڏو تلڪ ڏنو.

... ... ...

پريميءَ، رئندڙ چنبيليءَ ڏانهن وڌندي چيو، ”اڄ روئڻ اپسوڻ آهي. ڪل، خوشي ڪر...“

ٻڍيءَ موهل وچ ۾ ٻوڪ ڏنو، ”گذريل سال، گهڻو پڪڙيو هو ته چنبيليءَ هڪ ڳوڙهوڪو نه وهايو هو، هاڻ ٿي ميڪ ميڪ ڪري؟“

پريميءَ پنهنجي پوٽيءَ سان پنهنجي ساهيڙيءَ جون اکيون اُگهندي چيو، ”هاڻ اسان تي جوابداري آهي. جيسين جوان مڙسالو ماڳ، ورن تيسين ٻوڪ جي تات ڪرڻ اسانجي ٻلي آهي. اسان ڪجهه نه ڪيو ته هو اڇي مهڻا ڏيندا...“

ٺيڪ اوڏي مهل بستيءَ جي پڌر ۾ وڏو ڌڪاءُ ٿيو. گلاب دادا وانگر ڪورس مٿان بيٺل پپر جي وڻ تان سڌو بستيءَ اندر ٽپو ڏنو هو.

پريميءَ نفرت ڀري لهجي ۾ چيو، ”گيدي!... ٻيا

جوان ٻڙسالو خوشيءَ سان پوليس جا ڪنگڻ پهري ويا ۽
هيءُ ٻچو ونڻ تي چڙهي ويو..."

گلاب دادا ان وچ ويجهو اچي ويو هو. چيائين، "مان
گيدي ناهيان. مان ناحق جيل وڃڻ نٿو چاهيان. مون
جڏهن ٻکرن جي مکيءَ کي ڪاٺ هنيو هو تڏهن مون
تي جيل پوڳيو هوم. هاڻ جڏهن مون ڏوهه ئي نه ڪيو
آهي تڏهن جيل ڇو وڃان؟ بڌاءِ! ڪيئي ڪرڻ ڏوهه آهي؟
ايمانداريءَ جو پورهيو ڪرڻ پاپ آهي؟ مان جيڏري نه
بنا ڏوهه جيل نه ويندس. وٺن ته مونکي گولي هڻي
منهنجي لاش کي جيل وٺي وڃن. مان گهنو نه آهيان،
شيامون نه آهيان، پڙهيل رام به نه آهيان؛ مان گلاب آهيان،
گلاب دادا..."

پريميءَ ٽاڙيون وجائي چيو، "شاباس! هاڻ تون سچ پچ
اسانجو دادو آهين..."

گلاب ٽکي آواز ۾ چيو، "هي انصاف آهي؟ جڏهن
اسان چوري ڪندا هئاسين، تڏهن به پوليس جي اک ۾
هئاسين. هاڻي، گناهه نٿا ڪريون تڏهن به جيل ڏانهن
موڪليا وڃون... انڌيگر نگري چوپٽ راجا..."

چنبيليءَ چيو، "واهه ري دادا واهه! تو ۾ به عقل
اچي ويو."

پريميءَ کلي چيو، "عقل نٿو اچي ته توکي نٿو اچي..."
"مان به هاڻ نه رُئنديس..."

گلاب چيو، "اسان ڪيئي ڪندا ايندا سين؛ پر اسانکي

ماري، اسانجي لاشن کي ٻنيءَ مان ٻاهر ڪيئون."

پريميءَ پڇيو، "ڪاٽ هڻڻ چڱو يا پوک ڪرڻ؟"

گلاب چيو، "اِها به پڇڻ جي ڳالهه آهي! پوک ڪرڻ ۾ ڪيترا وڏيڪ آهن، پر چوريءَ جو اُن سان ڪهڙو مقابلو؟ پوک ڪرڻ جو مزو ئي اور آهي..."

پريميءَ اکين ۾ شرارت ڀري چيو، "هاڻي ته ڪڏهن تون نه ماستر ڪي؟"

گلاب ورايو، "مان ماستر ڪي ڪٿو ڏسان. مان هنجي همت ڪي ڏسانٿو. نه ته ڇا لڳي پڙهيل ڳڙهيل، ناچن جو ڀاليل نيمگرات، ڇا هاري ٻڌڻ. هن پنهنجو علم سڄايو ڪيو آهي."

پريمي ڦونڊجي چيو، "چنبيلي، ڪٿن ٿي ڀانئين!"

چنبيليءَ چيو، "مان به گهڻي ڪي ماستر جهڙو ٻڌائيندي يس."

مومل نڪ کي موڙو ڏيئي چيو، "ٻڌبو، ضرور ٻڌبو؛ ڪنهن ٿي چاتو گلاب اهڙو ٻڌبو؟"

ڪجهه وقت جي خاموشيءَ بعد چنبيليءَ آهستي پريميءَ کان پڇيو، "سچ ٻڌاءِ، توکي ماستر جي پڪڙجڻ جو ارمان ڪونهي؟"

"چري،" پريميءَ پريل گلي سان چيو، "مان ماڻهو نه آهيان. ڏک هنکي به هوندو. پر ڇا اسان عمر ڀر لاءِ الڳ رهڻ وارا آهيون؟ ڪو ڏينهن ضرور ايندو جو اسان وري اصل جدا نه ٿينداسين..."

چنبيليءَ هنکي چيڙائيندي چيو، ”شرم ٻوٽي!“

”مان شرم ٻوٽي ناهيان،“ پريميءَ منهن گهنڊجائي چيو. پوءِ ٽهڪ ڏيئي چيائين، ”مان آهيان، همت ٻوٽي!“

چنبيليءَ پٽ پٽ ۾ چيو، ”تون سچ پچ همت ٻوٽي آهين.“

”۽ اهو هڪ جادوگر جو ڪم آهي،“ پريميءَ چيو، ”جئن پارس پٿر لوهه سان لڳي سون ٿي پوندو آهي، تئن منهنجي جادوگر مونکي شرم ٻوٽيءَ مان همت ٻوٽي بڻائي ڇڏيو آهي. سل پرولي، اهو جادوگر ڪير آهي؟“

چنبيليءَ چيو، ”ماستر.“

پريميءَ اکين ۾ شرارت ڀري ۽ چپن تي مرڪ آڻي چيو، ”غلط. منهنجي جادوگر جو نالو آهي رام. ٻڌءِ؟“

**سماپت**

## ليکڪ جي قلم مان

ساهتي (سنڌ) ۾ ٺارو شاهه ڪان ٿي ڪوهه پري هڪ ڳوٺ هو، ڏيرو. ڏيرو عجيب ڳوٺ هو - در حقيقت ٻه ڳوٺ هئا ساڳئي نالي سان - پراڻو ڏيرو ۽ نئون ڏيرو. هڪ ٻئي جي پرسان ساڳئي نالي وارن ٻن ڳوٺن جي وجود ۾ اچڻ پٺيان ٻه تاريخ هئي. هڪ شاهه پراڻي ڳوٺ مان گهڻن هندن کي لڏايو ۽ ٻئي شاهه هنن مان ڪنکي مفت زمين ڏيئي نئون ڳوٺ ٻڌايو. نئون، سٽيشن جي بلڪل سامهون منو ميل پري هو ۽ پو وچ ۾ دربيلي مائنر (واهه) جي ٽڪرڻ ڪري سواريون پراڻي ڳوٺ ڪان ور ڪري وينديون هيون. پيدل ويندڙ دربيلي مائنر جي ڪپ ۽ پل تان لنگهي سڌو نئين ڏيري ۾ پهچندا هئا. دربيلي مائنر جي پرپر، سٽيشن طرف هئي بازيگرن جي بستي. پندرنهن ويهه جهوپڙيون ۽ انهي چوڌاري پينگرن جو لوڙهو. اهي بازيگر هندو هئا يا مسلمان؟ ڪير پڪ سان چئي نه سگهندو هو. نالا هندن سان ملندڙ جهلندڙ ۽ افعال نه سڌريل هندن جهڙا نه پڙهيل مسلمانن جهڙا. ڏيري ۽ آسپاس ۾ ڪات لڳندو هو ته الزام اڪ پهو بازيگرن تي ايندو هو. بازيگر استريون سپ سريليون - پنڻ ۾ پڙ نه لاڏن ڳائڻ ۾ لاثاني.

گهڻا ورهيه اڳ...

جڏهن مان اڃا ٻار هوس (ائين نه ڪن ڳالهين ۾ اڄ ٻه

ٻار آهيان ۽ ان حقيقت جي ساک، ٻيو ڪو نه پيري نه منهنجون ٻه ٻيون ڀڄوائيءَ پيري سگهن ٿيون)، تڏهن مان ڏيڍي جي ٽئين ڪوٽ ۾ پنهنجيءَ ڀقيءَ وٽ وڃي رهندو هوس. سٽيشن کان پيدل ڪوٽ ڏانهن ويندي مونکي بازيگرن جي بستيءَ اڳيان واٽر ڪورس جي ڪناري تان لنگهڻو پوندو هو. ان واٽر ڪورس جي ٻيءَ ڀر هڪ ٻني هوندي هئي جا هميشه غير آباد پيئي هوندي هئي.

ان زماني ۾، مان مارڪسواد ته ڇا، سياسي ڳالهين کان به ٻهه اڻ واقف هوس. پوءِ به نه معلوم ڪئن، بازيگرن جي بستيءَ وٽان لنگهندي منهنجي دماغ ۾ اهو سوال ڪر موڙڻ لڳندو هو ته اهي بازيگر چوريون ڪرڻ ۽ ڪاڻن هڻڻ کان ڪنارو ڪري ان غير آباد زمين ۾ پوک ڪري، ايمانداريءَ جي پورهئي سان پيٽ گذران ڇو ڪين ٿا ڪن؟

هڪ دفعي، اهو سوال مون پنهنجي ڀقيءَ کان پڇيو. هوءَ پراڻي زماني جي زال ذات، تنهن سواءِ هن جي دنيا گهر تائين محدود. هن چيو، ”هيءَ پاپي، هننکي ڪو پوک ڪرڻ لاءِ ڏيندو ته ڪاٽ به هنکي هڻندا.“ ڀقيءَ جو جواب ٻڌي مونکي ڪل اچي ويئي.

ٻئي دفعي، مون پنهنجي جوان ڀقات اڳيان اهو سوال دهرايو. هن وراڻيو، ”هننجا هڏ ويهي ويا آهن. هننکان هاريپي جو اوکو ڪم قيام ڪين ٿيندو.“ مون ۾ هنکي رد ڪڍ ڏيڻ جي دماغي توفيق ڪا نه هئي، پوءِ به مونکي

انهن لڳو ته اهو منهنجي سوال جو صحيح جواب نه هو. تنهن دفعي، مون تنهن ڳوٺ جي هڪ رٽائرڊ ڊپٽي ڪلڪٽر ۽ مسلم ليگ جي منشيءَ اڳيان ساڳيو سوال پيش ڪيو. هن چڱي مڙس چيو، ”ڏينگر، زمين هنن جي آهي ڇا جو اُن ۾ پوک ڪرڻ لڳن؟ زمين آهي شاهه سائينءَ جي ۽ شاهه سڳورو ڄاڻي ٿو ته هيءَ هر مڪيءَ جا ڪيس ڪي به نه مڪائيندا، ته ڪان اڳي، پر ڪاٿي وڃندا. هنن شاهينگن جي ڏپ ڪان ڪو به اُن زمين ۾ هر هلائڻ لاءِ تيار نٿو ٿئي ڇو ته هر ڪو ڄاڻي ٿو ته هيءُ سنگن ڪي پڇڻ ئي ڪونه ڏيندا.“ هن پڙهئي مڙس جي ڳالهه مون کي ڪنهن حد تائين دل سان ضرور لڳي ليڪن مونکي پوري تسلي نه ملي.

ورهين جا ورهيه منهنجو سوال لاجواب ئي رهيو. ان وچ ۾ منهنجو سياسي ۽ سماجي شعور وڌندو ويو.

اڄ هن ناول ۾ پاڻ ئي پنهنجي ننڍپڻ جي سوال کي جواب ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم. ان لاءِ سهارو ورتو اٿم سماجوادي تخليقي حقيقت نگاريءَ جو. سماجوادي تخليقي حقيقت نگاري، ٿوري ۾ اِها آهي ته حالتن ۽ ڪردارن کي جئن حقيقي زندگيءَ ۾ آهن تئن پيش ڪرڻ بدران جئن ٿي سگهن ٿا يا ٿيڻ کپن تئن پيش ڪجي. ممڪن آهي ته ناول جي مکيه پاترن - فيض محمد، رام، پريميءَ ۽ شاهه جهڙا ڪردار اسانجي اڳيان، حقيقي زندگيءَ ۾ نه آيا هجن. ان جو مطلب اِهو نه آهي ته اهڙا اِنسان ٿي نٿا سگهن يا ٿيڻ نه کپن. دنيا ۾ اهڙا ۽ انهنکان بهتر

إنسان تي گذريا آهن، اجا موجود آهن. سنڌي مسلمانن
۽ هندن (پوءِ اهي سنڌ ۾ هجن يا هند ۾) جي بهتر
زندگيءَ لاءِ سنڌين ۾ ٻه اهڙن إنسانن جو پيدا ٿيڻ هڪ
طرف لازمي آهي ته ٻئي طرف! اَسپاويڪ نه آهي. ياد
رهي ته سماجوادي حقيقت نگاري هوائي نه آهي، انهي
عمارت موجوده سماجي حالتن، آرٿڪ اِستٿتي، اِنساني
اُمنگن ۽ اَنُسٿن جي بنياد تي اَڏيل ٿئي ٿي. انهيءَ ڪري
هن ناول ۾ سنڌي ڳوٺاڻي جيوت، اُنهي خاميُن خصلتن،
سماجي تضادن ۽ ڪردارن جي اندروني ڪشمڪش
جي چٽو چٽڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم.

مونکي اُميد آهي ته هيءُ ناول ساهت پريمين ۽
نقادن کي پسند ايندو.

ڪانديولي، — گوبند مالهي.
١٢ جولاءِ ١٩٥٦ع.

Printed by Beharilal H. Chhabria at 'PEARL' Printing Press
93-Memon wada Rd. Bombay-3 and Published by L. P. Bhatia
from 545- Kavrana Bldg. Dhobi Talao, Bombay 2.

# ساهيڙي

مٽي هن جي بلڪل ويجهو ٿي ويئي ۽ آنند پنهنجي دل جا اُٿندڙ اُمنگ روڪي نه سگهيو. تڏهن هن ڪن ۾ ڳالهائڻ جي بهاني پنهنجا چپ هن جي ڪن جي ويجهو آڻي، پوءِ يڪدم ڳلن تي ......

مٽي ڦڙتيءَ سان اُٿي کڙي ٿي ۽ پنهنجيءَ پوريءَ طاقت سان هن کي پٺيءَ ڌاري ڌڪ هڻي پري ٿي ويئي.

اها ٻنهي جي ساهيڙپ واري حجت هئي!

جڏهن سڄي دنيا ۾ اسان جي رهڻ لاءِ ڪٿي به جاءِ نه رهندي، تڏهن گنگا مان مٽي کڻي، جمنا مان پاڻي ڀري، جهوپڙي ٺاهينداسين ۽ پنهنجي پيار سان اُن کي رنگ برنگي بڻائينداسين. جڏهن مان ٿڪل هوندس، هوءَ منهنجي مٽي ٿي... ۽ آنند محسوس ڪيو ته هن جي نرڙ تي ڪي نازڪ آڱريون ڪومل دٻاءُ ڏيئي رهيون آهن.

اها آنند جي ساهيڙي هئي!

انهن راتين جو ٻئي سمنڊ ۾ هڪ ٻئي کي ڏسندا هئا...

پر پوءِ اچانڪ ساهيڙي پرائي ٿي ويئي!

ليکمڻ ساٿيءَ جو لکيل سنڌي جيون تي هڪ بهترين ناول...

١٢٠ صفحا - ڪارڊ ڪور - خوبصورت ٻرنگو ٽائيٽل -

**قيمت سوا روپيو.**

**راڻي ڪتاب گهر** - ٥٤٥، ڪالبا ديوي روڊ، بمبئي ٢.